# سنبت ٢٠٠٣ ۾ وهانون جا مهورت

چيٽ : تاريخ ١٣ منگل (پورڻماسي) ، ١۴ ٻڌر (پروا) جو گهڙي لڳن آهن .
ويساکه : " ٧ وسپت (ناؤم) جو گوڌول ، ٢۴ آرتوار (ڏسمي) ۽ ٢۵ سومر (ايڪادشي) جو گوڌول ۽ گهڙي لڳن آهن .
جيٺ : " ۴ ٻڌر (ڇٺ) ، ٦ شڪر (آٺم) ، ٢١ ڇنڇر (آٺم) ۽ ٢٢ آرتوار (ناؤم) جو گوڌول ۽ گهڙي لڳن آهن .
آکاڙ : " ٧ آرتوار (ناؤم) گهڙي ۽ ٨ سومر (ڏسمي) جو گوڌول ۽ گهڙي لڳن آهن.
ناهري : " ٣ وسپت (پاڃم) ٨ منگل (ناؤم) ۽ ١٨ شڪر (پاڃم) جو گهڙي لڳن آهن .
پوهه : " ٢٠ منگل (آٺم) ٢٢ وسپت (ڏسمي) ۽ ٢٣ شڪر (ايڪادشي) جو گهڙي لڳن آهن .
مانگهه : " ٣ آرتوار (چوٿ) ۴ سومر (پاڃم) گهڙي ۽ گوڌول ، ۵ منگل (ڇٺ) گوڌول ،
" " ١٦ ڇنڇر (ٻيج) ۽ ١٧ آرتوار (چوٿ) جو گهڙي لڳن آهن .
" " ٢٣ ڇنڇر (ڏسمي) گهڙي ، ٢۴ آرتوار (ايڪادشي) گوڌول ۽ گهڙي ۽
" ٢۵ سومر (ٻارس) جو گهڙي لڳن آهن .
ڦڳڻ : " ١ آرتوار (ٻيج) ۽ ١٣ شڪر (پورڻماسي) جو گهڙي لڳن آهن .

# سنبت ٢٠٠٣ ۾ جڻين جا مهورت

## (ڪهڙين راسين کي چٽل ۽ ڪين چٽل آهن)

چيٽ : تاريخ ٨ وسپت (ڏسمي) ورک ، مٿن ، ڪرڪ ، ڪنيا ، تل ، ورشڪ ، مڪر ، ڪنڀ ۽ مين راسين کي چٽل باقي ميک ، سنگهه ۽ ڌن راسين کي ڪين چٽل آهن .
ويساکه : " ١ شڪر (ٻيج) ميک ، ورک ، ڪرڪ ، سنگهه ، ڪنيا ، ورشڪ ، ڌن ، مڪر ۽ مين راسين کي چٽل باقي مٿن ، تل ۽ ڪنڀ راسين کي ڪين چٽل آهن .
" " ٣ آرتوار (چوٿ) ميک ، ورک ، مٿن ، سنگهه ، ڪنيا ، تل ، ڌن ، مڪر ۽ ڪنڀ راسين کي چٽل باقي ڪرڪ ، ورشڪ ۽ مين راسين کي ڪين چٽل آهن .
" " ٨ شڪر (ڏسمي) ميک ، مٿن ، سنگهه ، ڪنيا ، تل ، ورشڪ ، ڌن ، ڪنڀ ۽ مين راسين کي چٽل باقي ورک ، ڪرڪ ۽ مڪر راسين کي ڪين چٽل آهن .
جيٺ : " ٨ آرتوار (ڏسمي) ميک ، ورک ، ڪرڪ ، ڪنيا ، تل ، ورشڪ ، ڌن ، مڪر ۽ مين راسين کي چٽل باقي مٿن ، سنگهه ۽ ڪنڀ راسين کي ڪين چٽل آهن .
مانگهه : " ۴ سومر (پاڃم) ورک ، مٿن ، ڪرڪ ، ڪنيا ، تل ، ورشڪ ، مڪر ڪنڀ ۽ مين راسين کي چٽل باقي ميک ، سنگهه ۽ ڌن راسين کي ڪين چٽل آهن .

ماگهہ ،، ١٥ شڪروار (پنچم) ميکہ، مٿن، ڪرڪ، سنگهہ، تل، ورشچڪ، ڌن، ڪنڀ ۽ مين راسين کي چٽل باقي ورکہ، ڪنيا ۽ مڪر راسين کي ڪمن چٽل آهن.

،، ١٨ سومر (ٻاچم) ميکہ، ورکہ، ڪرڪ، سنگهہ، ڪنيا، ورشچڪ، ڌن، مڪر ۽ مين راسين کي چٽل باقي مٿن، تل ۽ ڪنڀ راسين کي ڪمن چٽل آهن.

ڦڳڻ: ،، ١ آرتوار (ٽيج) ورکہ، مٿن، ڪرڪ، ڪنيا، تل، ورشچڪ، مڪر، ڪنڀ ۽ مين راسين کي چٽل باقي ميکہ، سنگهہ ۽ ڌن راسين کي ڪمن چٽل آهن.

# سنبت ٢٠٠٣ جي ١٢ مهنن جو وستار سان ڦل

**چيٽ.** هن مهني جو ڦل عمدو نہ آهي، جو ٥ منگل آهن مگر بيماري ٿيندي، چورن جو ڊپ رهندو. سون، چاندي، ڪپهہ، السي، لوهہ، ڪڪڙا، هيڊ، سرهہ، تيز، جوَ، مڱ، ٻاجهري، جوئر، مڪائي، مندا، مٿن راس لي چنچر راهو جو يوگ آهي تنهنڪري ڪپهہ جي اگهن ۾ گهٽي گهڻا وڌي ٿيندي. ميکہ سنڪرانت مهورت (٣٠) اناج پاؤ سم. ڪڻڪ ۽ چڻا مهانگا ٿيندا.

**ويساکہ.** هن مهني جو ڦل چڱو آهي جو ٥ وسپت آهن ڪجهہ سکہ شانتي ٿيندي. ڪپهہ، ايلسي، چاندي، سون، مڱ، ٻاجهري، جوَ، ڪڻڪ، چڻا تيز ٿيندا. اوڙ، گيهہ، ٻوهيچڻا، رس ڪس، لوڻ، ٽر، تيل، مندا، سڏيءَ ۾ ڪپهہ مندي رهندي. ورکہ سنڪرانت مهورت (١٥) اناج پاؤ ٻيز ڪٿي ڪٿي ڪي حادثا ٿيندا. گرمي زيادهہ ٿيندي ۽ ڪٿي ڪٿي برسات پوندي.

**جيٺ.** مهني ۾ ٥ چنچر ۽ ٥ شڪر آهن جن جو ڦل اهڙو چڱو نہ آهي، گرمي وڌيڪ هئڻ سبب وبا جي بيماري ٿيندي، اناج، ڪپهہ، السي، چاندي، ٽامو، سون، هيڊ، مڱ، ٻاجهري، جوَ، ڪڻڪ، ٽر، گيهہ مندو، سڏيءَ ۾ ڪپهہ مندي، مٿن سنڪرانت مهورت (٣٠) سون چانديءَ ۾ گهڻا وڌي ٿيندي.

**آکاڙ.** ۾ ٥ چنچر ٥ آرتوار آهن وڏيءَ ۾ ڪرڪ راس جو چنچر اچي ٿو سو ڏاکڻ طرف ڏرتي ڏڏندي ۽ وبا ٿيندي مگر وچ جا علائقا اُتي شانت رهندي. هن مهني جو ڦل خراب آهي، ڪٿي برسات گهٽي ڪٿي ٿوري پوندي. پرجا کي تڪليف ٿيندي، اناج، ڪپهہ، گيهہ، تيل، چاندي تيز ٿيندا، بادشاهہ ۽ رعيت ۾ ناسازي ۽ لڙائي، باهہ، وبا بيماريون وغيرهہ جو ڊپ رهندو. سڏيءَ ۾ برسات گهٽي پوندي. ڪرڪ سنڪرانت مهورت (٣٠) اناج پاؤ سم رهندو، شايد لڙائي لڳي.

**ساوڻ.** ۾ ٥ سومر آهن مهني جو ڦل چڱو آهي، ڪپهہ، چڻا، ڪڻڪ، پاٽ، ڪشنا، اناج، سون، چاندي مندا ٿي سڏيءَ ۾ تيز ٿيندا، سڏيءَ ۾ وا ڪان ڪنيا راس تي جو منگل اچي ٿو جو چانديءَ ۾ ٣، ٤ ٽڪن جي تيزي ۽ ڪپهہ ۾ ١٠، ١٥ ٽڪا پهريائين مندي ڪري پوءِ تيزي ڪندو. برسات چوطرف پوندي. سنگهہ سنڪرات مهورت (٣٠) اناج پاؤ سم.

ٻڌو. هن مهيني ۾ منگل ۽ ٻڌر آهن جنهنڪري هي مهينو خراب آهي پرجا ۾ بيماري، ڏڪار ٿيندا. ڪپهه، ڪڻڪ، چاندي، سون، السي، سرهه، ايرنڊي، ٻوهي چڻا، مندا ٿيندا. وسمت شڪر جو يوگ آهي جنهنڪري ڪپهه، ڪڪڙا، ولوال، تيز ٿيندا. لوڻ، ڪمڙا، گل لڳڻ ۾ تيزيءَ جو اثر رهندو. سنڪرانت مهورت (۴۵) اناج پاءُ مندو، برسات واجبي ۽ گرمي زياده ٿيندي.

آسو. هن وسمت آهن، مهيني ۾ پرجا ۾ سک شانتي رهندي. جست، ايرنڊي، ايلاچون، سون، لوهه، ٽامو، پٽل، ڪپهه، سٽ، ڪڪڙا، چاندي، ڪڻڪ، جوَ، چڻا، سرهه، لاک، تيزي مندا ٿيندا. سڌيءَ ۾ بازار ڪجهه سخت رهندي، وبا جي بيماري ٿيندي. گڙ، کنڊ، ڪڻڪ، چڻا، اماک، سڻي تيز رهندا. تل سنڪرانت مهورت (۴۵) اناج پاءُ مندو، برسات ٿيندي، زهري بلائن ناڳن جو ڊپ، چوپائي مال ۾ بيماري ٿيندي.

ڪتي. هن ۾ ٻه چنڇر آهن مهيني جو ڦل اهڙو عمدو نه آهي اناج، ڪمهه، ڪپهه، چاندي مندا ٿيندا. سڌيءَ ۾ ڪپهه تيز رهندي، تيل، ڪڻڪ، چڻا، ڪپهه، ايرنڊي، ڪاٺ، لوڻ تيز رهندا. ورشڪ سنڪرانت مهورت (۳۰) اناج پاءُ سم، پرجا دکي ٿيندي. بيماريءَ جي تڪليف کان پرجا ڀڄندي. سون ۽ چانديءَ ۾ گهٽ وڌ ٿيندي. گجرات طرف ڏڪار ٿيندا.

ناهري. هن ۾ آرتوار آهن جنهنڪري بيماري پوڻ جو انديشو آهي. هن مهيني ۾ گڙ - کنڊ - ڪمهه - ڪڪڙا - چانور - سنڌ - مرچ - السي - ناريل ۽ تيل تيز ٿيندا ۽ السي - ڪپهه - ٻوهه چڻا - سون - چاندي - ڪڪڙا - مگ - دالچيني - تماڪ جا پن - جاوتري - سندر مندا ٿيندا. سڌيءَ پروا کان چانديءَ جو اگهه تيز رهندو وڌي ۾ برسات ٿيندي. ڌن سنڪرانت مهورت (۴۵) اناج پاءُ تيز. راجائن کي تڪليف رسي.

پوهه. مهيني ۾ منگل آهن جنهنڪري سک شانتي ٿيندي. وڌيءَ ۾ کنڊ - گڙ - السي - سرهه - ايرنڊي - ڪمهه - تيل - چاندي - سون - لوهه - ٽامو - ڳڙ تيز رهندا. ڪپهه سٽ ۾ گهٽ وڌ ٿيندي، سڌيءَ ۾ اناج - چڻا - مگ - ٻاجهري - ڪپڙو - ٿلهي تيزي مندا ٿيندا. ٻنهي منگلن سبب پرجا کي ٿوري تڪليف رسندي. مڪر سنڪرانت مهورت (۳۰) اناج پاءُ سم. ڪٿي ڪٿي برسات ٿيندي.

ماگهه. هن ۾ ٻڌر آهن جنهنڪري هي مهينو عمدو آهي. ماگهه سڌيءَ جي سائر - آلر ۽ نار جو جيڪڏهن بادل ٿين ته ڌن ۽ اناج جي گهٽتائي ٿيندي، شاديون وغيره. اسو وڌيڪ ٿين. ڪمهه - تيل - لاک - گڙ - کنڊ - لوڻ - تر - تيل - ڪپڙو - السي ايلاچون - ڪپور - ڪيسر - نوشادر - خوشبودار شيون تيز رهنديون. ڪپهه - السي - ڪڻڪ مندا رهندا. ڪنڀ سنڪرانت مهورت (۴۵) اناج پاءُ مندو سون چانديءَ ۾ تيزي رهندي.

ڦڳڻ. مهيني ۾ ٻه چنڇر آهن جنهنڪري هي مهينو عمدو نه آهي سرهه - سڻي - ڪمڙو - تير - جاتر - ڏاک - سنڌ - گڙ - کنڊ - ڪمهه سمان رهڻ - اناج - ڪپهه - چاندي تيز ٿيندا. ڪمهه ۽ تيل تيز ٿيندا آفيم - ايرنڊي مندا رهندا. ميِن سنڪرانت مهورت (۱۵) اناج پاءُ تيز، مالا جي بيماري ٿيندي چانديءَ ۾ تيزي رهندي اڳهندي ۽ ايرنڊي. جنس ۾ لڙائي ٿيڻ جو امڪان آهي.

# هرهڪ انسان جو سال ١٩٤٦ ۾ شڀ ۽ اَشڀ

# راسين جو ڦل

ميکه: راهو ۴ اپريل کان ورڪ ۾ داخل ڪري ٿو ۽ مئي جي آخر ۾ ڪٽنب ڪمائي، ڌنڌي ۽ لاڀ تي ضرور اثر ڪندو. وسپت آگسٽ تائين ٦ گهر ۾ داخل ٿئي ٿو. اهو ڌنڌي يا نوڪريءَ ۾ گهرڻ جو عمدو عرصو آهي. راهوءَ جو ٻئي گهر ۾ هئڻ سبب ڪي اوچتا ۽ اڻ ڏٺا واقعا ٿين مگر دل کي نه لڳي. سٽو، وڏيج واپار اصل نه ڪجي ۽ نه ڪنهن کي ڌاوڻون ڏجي، ڪنهن جي ڦندي ۾ نه ڦاسجي. توهان جا بالا آفيسر ۽ سنبنڌيون ٿوري گهڻو ڏٻاءُ ۽ حيران ڪندا. جون کان جولائي تائين شڪي ۽ اڻ جوابداريءَ وارن ڏينهن ۾ پئسو نه وڃي. آگسٽ کان سيپٽمبر تائين لڳاتار ڌنڌا ڪمل ڪامياب ٿيندا. چنڊ جنم راسيءَ ۾ اچي ٿو جو ٽومبر ڏاڙي پولٽي موٽ ڪاليڊو جهنگري الهه نقصان پهچائيندو. ٽومبر ڏاڙي نوڪريءَ ۽ ڌنڌي ۾ ڪي ڏلڪون پون مگر اورچ ۽ پيدار رهڻ سان فتح پائيندا. ڊسمبر جي آخر ۾ مسافري ڪندا. جنوريءَ کان ٢٤ مارچ تائين پاڇي چنڊ وَڪري پڇي اچو هلي نقصان رسائيندو. ڳائين کي گاهه ڏيڻ ۽ هنومان جي پوڄا ۽ تيل چاڙهڻ سان گرهن کي ڪجهه شانت ڪري سگهندا.

ورڪ: ورهه شروع ٿيڻ سان وسپت پوئتي هلي ٿو ۽ توهانجي ڪنڊليءَ ۾ ٦ گهر تي جنم راس ۾ گهري ٿو ۽ چنڊ وَڪري اچان ٢ گهر ۾ آهي. چنڊ ڪرڪ ۾ ٢٨ مئي جو گهرلڊو جهنگري تندرستي، ڪٽنب، چريتر تي اثر ڪندو. ٿئين ڌنڌي ڪرڻ ۾ لاڀ ڪونه ٿيندو. وسپت ڪنيا راس ۾ ١٥ اپريل کان ١١ آگسٽ تائين رهندو. شادي ڪمل هولڊ ين نه پٽر سنتان جو يوگ اچي ٿو، جي ڪنوارا آهين نه شادي ٿيڻ ڏوهه ڏام سان ڪندين. مئي ۾ راهو توهانجي جنم راس ۾ پرويش ڪري ٿو جو عمدو سوڻ آهي. اگر راهو توهانجي جنم پتريءَ ۾ ٺهي ويو هوندو ته ايترو اثر ڪونه ٿيندو. آمدني ۽ تندرستي ٺيڪ نه رهندي. پڇاڙيءَ جا چار مهينا سيپٽمبر کان ڊسمبر تائين لاڀ وارا آهن. شاديءَ ڪرڻ سان ساهرن مان مالي مدد ملندي. ڏال جو پريم ۽ سيوا توهانجي ڪاياپلٽائي ڇڏيندي. چنڊ جي يوگ سبب توهانجي ۽ سنتان جي تندرستي خراب رهندي. چنڊ ڪرڪ ۾ ايندو ۽ وسپت ٿي درشٽي پوليس جو ۵ گهر ۾ ڪنيا راس ۾ داخل ڪري خراب اثر ڏيکاريندو. ٿئون ڪر آڪٽوبر کان ڊسمبر تائين ڪولڻ مان لاڀ ٿيندو. ٿوري پاڻ ۽ پاڙيسري دوکو ڏيندا، شايد ٿئي مسافري ڪرڻي پوي. مالي، گهر ۽ پاڻواريءَ ۾ تڪرار ٿيل تنهنجو جلد فيصلو توهانجي تي فالدي ۾ ٿيندو. ملڪيت جي پاري ۾ هوشيار رهجي. ٿون سنتان، مالي،

ڏاوڻن ۽ خريداريءَ وقت ڪي تڪليفون درپيش اچن. باقي ۱ جنوريءَ ۱۹۴۷ کان ۲۴ مارچ تائين وقت بلڪل عمدو گذرندو.

**مٿن:-** هي سال به اڳين سال جهڙو آهي فقط راهو ورڪ ۾ ۱ مئي جو دخل ڪريٿو تنهنڪري البت ڪا ٿوڙ گهڻ لڳي. وري اُن عرصي اندر چنڊ ۽ راهو جنم راس سان گڏجي ٿو. ۲۱ مارچ جو چنڊ سامهون آهي ۽ وسپت جي گڏجڻ سان ڦل به گڏيل ڏيکاريندو مگر مايوس نه ٿيو آخر سڀ سولي آهي. ڏنڊو ماڻو، گهرو مسئلا ۽ تڪرار دل دکي ڪندا. زبان تي ضابطو ۽ گهيمر رهڻ سان سڀ ٺري ويندا. مئي ۾ چنڊ ڪرڪ راس ڏانهن ڇريٿو ۽ راهو وري ورڪ ۾ گهرندو ٺڏهن ڪجهه لاڀ ٿيندو جو منگل ۽ چنڊ مٿن راس ۾ گهرن ٿا. مارچ کان مئي تائين، ڏنڌي واپار مان لاڀ نه ٿيندو مگر مئي يا جون کان آگسٽ تائين چنڊ ٻئي گهر مان نڪري ٿو ٺڏهن خرچ وڏا ڪرائيندو. جڏهن چلنءَ ۾ ٻيا گره ٻلوان ٿين نه سيپٽمبر کان ڊسمبر تائين ڪجهه لاڀ ٿئي. تنهنجي تندرستي بلڪل ٺيڪ رهندي هرڪنهن ڪم ڪرڻ ۾ وڏ ڀڪ چاهه ولندين. جڏهن سڀني جو ڏنڊو ٿئي ته لاڀ پائيندين. ننر ۽ ٻي چهو ٿيندين. ساڍي ست ورهي اڃان هلندي. نومبر ۽ ڊسمبر جا مهينا وڌيڪ لاڀ ڏيندڙ آهن. ڪوڙين خبرن ۽ افواهن تي اعتبار نه ڪجي. شايد مسافري ڪرڻي پوي.

**ڪرڪ:-** وسپت ۴ اپريل ۽ آگسٽ جي وچ ڏاري خاص ڪري لاڀ ڏيندڙ آهي، چنڊ جو اثر ۴ اپريل کان مئي مهني تائه ۽ وري نومبر کان ڊسمبر تائه جو خراب آهي وسپت مٿن سان ڪجهه شانتي ٿيندي. تنهنجي ڏنڌي ۾ ڪي اڻکون ٻون ۽ البت بدنامي ٿئي. اون پنهنجي اصولن سبب مائٽن دوستن ۽ مٽن سان ڪمن ٿيندين جنهنجي ڪري اهي اوهان جو سمجهڻ ۾ ايندا. هاضمو خراب رهندو. چڙلو سياءِ رهندو. مگر تندرستي جو خيال رکي چمت شانت رکجي. انهن خراب گرهن هوندي به جولائي ۽ آگسٽ ۾ تنهنجي گهر ۾ ڪي جشن ٿيندا ۽ مٿن مائٽن ۾ عزت ٿيندي. راهو مئي مهني بعد سٺو آهي پر پٽا ۽ ٻٽ بيمار رهندا. ڏنڌي ۾ نقصان، چورن ۽ باهه جو ڊپ، جنهنڪري ڏيرج نٿي پوندو مگر ان هوندي به انڪل ۽ گهيمرتا سان فتح ٿيندي. تندرستي، نوڪرن ۽ اَسون ۾ خبردار رهجي. نومبر ۾ ڪجهه بدنامي ٿئي. شخصي ڪم ۽ ملڪيت جي باري ۾ تڪليف درپيش اچي. گهرو جهيڙن، مالي ۽ ڏاوڻن بنسبت خبردار رهڻ گهرجي. اڃان ۲ سال چنڊ پيو اڳ ڏيکاريندو. ماهوار هرڪنهن چوڏس تي ايڪاڻو رکي شنڪر جو سومر تي ايڪاڻو رکجي ۽ سمرڻ ڪجي.

**سنگهه:-** هي سال اهڙو لاڀ ڏيندڙ ڪونهي مگر چنڊ وري مٿن ۾ دخل ڪريٿو. مئي جي آخر تائه ۾ وسپت تنهنجي لاڀ جي گهر اپريل ۽ آگسٽ وچ ايندو جنهنڪري مئي تائه لاڀ ٿيندو، خاص طرح اپريل ۽ مئي ۾ اوچتو فائدو پوي، تنهنجا بالا آفيسر اوهان بلڪل راضي رهندا ۽ ترقي درجي، پگهار ۽ بونس Bonus سان ڀي هي

تنهنجو قدر ڪندا. لوڪ مائٽ يا عزيز جي ملڪيت ملندي. مسافري وڏي ڪ
ڪندين ۽ تندرستي سالم رهندي. ٢٨ مئي تي چنڊ ڪرڪ ١٢ گهر ۾ داخل ڪري ٿو
ان تاريخ بعد ڪنهن دشمن سان تڪرار نه ڪج. زال بيمار رهندي ۽ شايد تون به
بيمار رهين. دوائن ۽ ڊاڪٽرن جا خرچ ٿيندا، تنهنجن عزيزن ۽ مائٽن سان حادثا
ٿين. تنهنجو جگري دوست ڦري دشمن ٿيندو مگر شانتي ڌاري ڌرمن تي منهن ڏج.
آخر تون انهن تي غالب ٿيندين. آگسٽ بعد ڪي ڀڀدار ڳالهيون سامهون اچن.
تنهنجن ڪمن، ڌندن ۾ رنڊڪون پون. ديرپوڻ سان نقصان ٿين. جيڪڏهن
چنتا ۾ ڪي ٿيا اوچ گرهه آهن نه ڪي پوڪه ڪمزور ٿين. واپار لاءِ هي سال اهڙو
عمدو ڪونهي. جنهنڪري عقل کان ڪم وٺج. گهٽ ميٽنگن، ميڙن ۽ ميلن کان
پاسو ڪج جنهن ۾ تنهنجي ڀلائي آهي، نه ته مفت ۾ جيل جون ياترائون پيو ڪندين.

**ڪنيا:-** اپريل جي وچ ۾ مالي حالت سڌرندي. مئي جي آخر ۾ چنڊ
عمدو آهي جنهنڪري تنهنجي اڳيان ڀلندڙ سڀ ڪم راس ٿيندا. اِهي فائدا سڀ
تنهنجي اڳين ڪرمن جو ڦل آهي. پبلڪ جيون ۾ واڌارو جنهن ۾ سماسي ۽ پنگتي ڪمن
۾ تون اڳوان ٿي پنهنجي مٺيءَ زبان سان هر ڪنهن کي باز آڻيندين. آگسٽ ۾ وسڪ
تل ۾ پرويش ڪري ٿو ۽ جڏهن چنڊ ٢١ نومبر کان اُتي هلي ٿو، تون پاڻهين مشڪلاتن ۾
غلطان هوندين. وڏيون مسافريون ڪندين. تندرستي ڪجهه ڍلي رهندي مگر ڪم ۾
فتح پائيندين، تون نئون اسڪيمون ڪيدندين. گهر ۾ خوشيون ۽ جشن ٿيندا ۽ هر
ڪنهن کان مان عزت ملندي. جيڪڏهن دشا عمدي اٿئي يا واپار ڪندڙ آهين نه
واهه نه ته ميڙي چوايدي جمع ٿيل رقم ڊسمبر ڌاري خلاص ٿيندي اکين جي بيماري
ٿيندي، پئي حالت ۾ سال تمام چڱو آهي.

**تل:-** وسڪ جنم راس جي ١٢ گهر ۾ اپريل ۽ آگسٽ وچ ۾ اچي ٿو جنهنڪري
مالي حالت شايد ڪمزور رهي. مئي ڌاري راهوءَ جو اثر وچولو آهي جنهن بعد خراب
اثر ٿيندو. چنڊ ٩ ۽ ١٠ گهرن ۾ رهندو ايندو. جنهنڪري اهو عرصو اپريل کان
ڊسمبر تائين لاڀ واجبي آهي. هن سال گهر ۾ اَلسو ٿيندا. اپريل کان آگسٽ تائين
مالي حالت ڪمزور رهندي. مسافري به اهڙو لاڀ نه ڏيندي. چنڊ ١٠ گهر ۾
هئڻ سان تنهنجو پوڙهن سان وهنوار ٿيندو. گهرو زندگي گهڻيءَ واري رهندي.
پئي جي ڳالهه لوڪي ڪين آهڙندي ۽ پيو ويڪون ڪيندين. چنڊ ١٠ گهر ۾
جيڪڏهن لڳن جو سوامي آهي ته عمدو اثر ڏيکاريندو، تنهنجي خدمتن جو قدر ٿيندو
۽ عملدارن طرفان عزت ملندي. جهونا جهڳڙا دفع ٿي تنهنجي فائدي ۾ فيصلو ٿيندا.
مسافري نه ڪج. ته نه هي سال عمدو آهي جڏهن ٩ گهر مان چنڊ لنگهندو تڏهن
نالکن يا ٻلاڻن کان ڏکيو جوڏپ آهي. نوان ڪم نه ڪولج. تندرستي عمدي، پنهنجي
ملڪيت جي ڪمي نه رهندي. دوستن کان خبرداري، سوسائٽين جو ميمبر نه
ٿج عملي مسئلا، اولاد جي باري ۾ انڪل کان ڪم وٺج ۽ عزيزن کان هوشيار رهج.

ورشچڪ:- ڇنڇر ڪرڪ ۾ مٿي ۾ ايندو. توهان جي آمد پوئتي هٽي ٿو
۽ ڪرڪ ۹ گهر ۾ آهي جنهنڪري اوچتو نقصان پوي. شايد پتا گذاري وڃي. وڏن
جي ملڪيت مليل ڪسجي وڃي وغيره. وسپت، ڪاما ۽ ٿل واس ۾ اچي ٿو جنهنڪري
تنهنجي عزت ۽ خوشيءَ ۾ خلل وجهي. راهو ۳۱ مئي جي ٿل ۾ پرويش ڪري ٿو
جنهن سبب گهرو جهيڙا سکي نه گذرندي. جون جي پوئين ڏينهن ۾ تنهنجي زال
سخت بيمار ٿيندي. جنهنجي بيماري گهڻو وقت وٺندي ۽ گهڻو خرچ ٿيندو. جنهن
ڪري هوشياريءَ ۽ شانتيءَ کان ڪم وٺجي. نوڪي جنوريءَ جي شروعات ۾ ٻالڪ ڄمندو
خوب خوشيون ٿينديون. اهي ۳ مهينا جنوريءَ کان ۲۴ مارچ تائين عمدا مهينا آهن.

ڌن:- هيءَ سال اڳين سال کان وڌيڪ فائدي وارو آهي. وسپت ٿل
ڏيندڙ آهي ۽ راهو مٿي بعد لاڀدايڪ آهي فقط ڇنڇر آهي جو خراب ڪري ٿو. ڇنڇر
مٿن ۾ گهريلو واهوءَ مٿن ۾ ايندو. اهي ۲ گرهه ۷ گهر ۾ گڏ هئڻ سان مئي تائين البت
گهرو خيالي ڏکي گذرندي پوءِ ڇنڇر جڏهن ڪرڪ ۾ ايندو ۽ راهو ورڪ ۾ ايندو تڏهن
حالت بدلبي. ۴ اپريل کان ڏسمبر تائين وڏيڪ خرچ ٿيندا، مسافريءَ مان لاڀ،
۽ ٽيرٿ ياترا ڪندين. پئسي بسبت هي سال اعلى عمدو ڪوٺجي. عزت جي ٻاري ۾
خبردار رهجو. گهڻو ڪري تندرستي چڱي رهندي. ۸ گهر ۾ خرابي هئڻ سان
جهيڙا ۽ رنڊڪون پونديون. ٦ مهنا ڏاڍي واپار ۽ مالي حالت لاءِ بلڪل عمدا آهن.
ڪورٽ جا مقدما رضامنديءَ سان فيصلو ٿيندا. اولاد جي ٻاري ۾ سک شانتي رهندي.
پهرين ڳالهين ۽ ٿين ٽجوريون ڀريا ڪر ٿي مهل خبردار رهجو. موليو، سؤمان ۽
سٽي بازي ۾ خبردار رهجو.

مڪر:- جڏهن تو ۲ سال برابر سک ڀوڳيو آهي تڏهن تون ڪجهه تڪليف،
چنتا ۽ ڳڻتي ڀوڳڻ لاءِ به تيار ٿيءُ. سال جي شروعات ۾ گهر ڪٽنب پريوار مان بيحد
خوشي ۽ سک ملندءِ. ساڳئي وقت ڪجهه ڪمر گهمر هئڻ سبب اَبتر حالت لڳي.
مالي حالتون عمديون رهنديون جو ڇنڇر ٻئي گهر جو مالڪ آهي ۽ ٦ گهر ۾ مئي جي
آخر تائين رهندو. ان وقت الله تون پلي ڇوٽ وڪري ۽ وياج وٺي جو ڪم ڪر.
مگر مسافري نه ڪجو. راهو ورڪ جي وڃڻو ۵ گهر ۾ مئي ۾ اچڻو ۽ ڇنڇر ڪرڪ جي
وڃڻو ۲۰ مئي اچڻو جنهنڪري توهان خود خيالي رهندين. تنهنجي ملي خيالي،
سنتان ۽ عزت تي اثر پوندو. مئي بعد ڇنڇر جي دشا ڏکي ڪندي ۽ وسپت ۵ گهر ۾
۽ راهو ورڪ ۾ گهريلو جنهنڪري سنتان جي بيماري ۽ موت جا امڪان آهن. ڇنڇر
ٿلهي نيچ دشا سان ڪرڪ ۷ گهر ۾ پرويش ڪريٽو گهرو خيالي ۽ من ڏکي ڪندو.
ڇنڇر جنم راس جو سوامي آهي جنهنڪري ڪجهه ڪمزور رهندو ۽ ايترو نقصان نه
ڪندو مگر توهان ڏسمبر ۾ گهڻا خرچ ڪرائيندو، زال سخت بيمار رهندي، ڇاڪاڻ ته ڇنڇر

پلٽي هلي ٿو. ان هوندي به وسپت جي دشا لاڀدايڪ آهي جنهن ڪري ۴ اپريل
کان جون تائين وقت عمدو گذرندو مگر جولاءِ کان ڊسمبر تائين خراب وقت آهي۔
ڪورٽ جي ڪيس پٽ کان دور رهجي. مالي حالت ۽ دوستي جتاءِ ڪندي. مسافري
شادي جو مسئلو، دستاويزن لي صحيح، سنتان جو سک، دوستي ۽ مقدمي بازي لڀندي.

**ڪنڀ:-** جولاءِ کان چنڊ ۽ راهو وري ۵ گهر ۾ خراب اثر ڪن ٿا جڏهن مٿي
پوءِ چنڊ ڪرڪ راس ۾ پرويش ڪندو ۽ راهو ورڪ ۾ اچيندو. وسپت اپريل تائين ۽ وري
آگسٽ ۾ لاڀدايڪ ٿيندو. جنهن ڪري ۴ اپريل کان جون تائين پنهنجي ڪم ۾
ڪامياب ٿيندي. مگر جولاءِ کان ڊسمبر تائين سڀ وقت سٺو آهي. جيستائين راهو
مٿن ۾ آهي ۽ هيٺو چنڊ سان ميلاپ آهي پنهنجي سنتان جو خاص خيال رکجي. دشمني
وڌندي چنڊ ۵ گهر ۾ هئڻ سان تندرستي بگڙندي، ڏاڍي ۾ نقصان ذال بيمار ۽ ٻون
کي اکيون ڳالهيون ٿين. جون تائين مسافري ۾ نه وڃجي جڏهن چنڊ ڪرڪ
راس ۾ ايندو تڏهن سڀ ڪم راس ٿيندا. واپار وڌيڪ ٿوڪي چاهيندا، ٿو ۾
چستي پيدا ٿيندي. تون گهر بدلائيندين. پنهنجي تندرستيءَ جو خيال رکي فڪر
کرڻ کان پاسو ڪجي. جولاءِ کان ڊسمبر تائين ڏاڍي ۽ مالي حالت لاءِ بلڪل عمدو عرصو
آهي. آگسٽ ڌاري اوچتو ڏاڍي واپار ۾ برڪت پوندي. دوست فرضي الزام نه
هاريندڙ ٿيندا. ۽ تون پيڻ بس ويندين. جڏهن راهو ڏن ۾ ايندو ڏور مان ڏن ملندو.

**ميِن:-** راهو ورڪ ۾ مٿي ڌاري گهريو. چنڊ مٿن ۽ ڪرڪ راس مان رستو
وٺندو اچي، مگر فيبروري ۽ اپريل جي وچ ۾ وري آگسٽ کانپوءِ وسپت ۸ گهر مان
لنگهندو، جنهن ڪري ۴ اپريل کان جون تائين گهڻو ڪري هرڪنهن حالت ۾ اهڙو
لاڀڪاري ڪونهي، مگر جولاءِ کان ڊسمبر تائين هيءُ عرصو تمام چڱو ڦل ڏيندڙ آهي.
مٿيون عرصو ايترو لاڀڪاري ڪونهي جنهن ڪري ڏاڍي ۽ ڪمائيءَ تي اثر ڪندو،
مگر واپار ڪرڻ سان ڪجهه فائدو ۽ سنتان کي ڪشٽ ٿيندي. جون بعد واپار ۾
وڌيڪ لاڀ ٿيندي. جڏهن راهو ورڪ ۾ گهڙندو تڏهن خراب ڦل ڏيندو. راهوءَ جي
۳ گهر ۾ اچڻ سان جون بعد تنهنجا دک دور ٿيندا ۽ پورهيا ڪامياب ٿيندا، تون بلڪل
تندرست رهندين ۽ هر ڪنهن ڪم ۾ فتح پائيندين. چنڊ جو ۵ گهر ۾ اچڻ سان،
ڪن ڪري ٿوڪي وطن ڇڏي ٻاهر ويٺو پوندو ۽ پنهنجي ڪنڀ کان ڪجهه وقت
وڇڙو پوندو. اجايا جهڳڙا ٿيندا. غلط فهمي پيدا ٿيندي. جڏهن وسپت تل ۾
داخل ٿيندو جو جنم راس جو ۸ گهر آهي ان وقت لوڪي عزت جو اوڪرڻ گهرجي.
سخت بيماري، اپمان، دک، دربيش ايندا. مگر چنڊ ۾ پن گرهن هئڻ سان ڪجهه
شانتي ٿيندي، وسپت جنم راس جو مالڪ آهي جنهن ڪري خراب گرهن کي ڪمزور
ڪندو. ڊسمبر ۾ ڪجهه حالتون بهتر ٿينديون. راهو بلڪل خراب آهي. جنوري
کان ۲۴ مارچ تائين وسپت لاڀدايڪ آهي جنهن ڪري ڏور مان ڏن ڪندو.

## سنبت ٢٠٠٣ ۾ ساڍي ست ورهي ڪهڙين راسين تي وهندي.

مٿن ۽ ڪرڪ راس وارن لاءِ سال جي شروع کان ساڍي ٧ ورهي شروع لڳي لي مگر، جيٺ اولڌاهي ايڪادشي سومر کان ورک راس جي ساڍي ٧ ورهي لهي ويندي، ڪنيا مڪر راسن کي ساڍي ٧ ورهي جيٺ اولڌاهين تاءِ رهندي، مگر ان بعد تل ۽ ڪنڀ راسن تي ابتائي ورهي شروع لڳندي.

## اپٽ ۽ ڪهٽ جو ڪوٺو

ڪملان هم پولدي ته فلاڻي راس کي هيترا ويسوا اپٽ ۽ کهٽ آهي:

| راسون | ميک | ورک | مٿن | ڪرڪ | سنگهه | ڪنيا | تل | ورشچڪ | ڌن | مڪر | ڪنڀ | مين |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اپٽ | ٨ | ٢ | ٥ | ١٣ | ٣ | ٥ | ٢ | ٨ | ١١ | ١۴ | ١۴ | ١١ |
| کهٽ | ١٣ | ٨ | ٥ | ٢ | ١٣ | ٥ | ٨ | ١٣ | ٥ | ١٣ | ١٣ | ٥ |

سمجهاڻي:— راسن جي انگن جو جوڙ ڪريو، انهن مان هڪ ڪاٽي باقي جيڪي بچي، تنهن کي ٨ سان ونڊ ڪريو، جيڪڏهن باقي ١، ٢، ٦ يا ٧ اچي ته آمدني وڌيڪ. مگر ٣، ۴ يا ٥ بچي خرچ وڌيڪ سمجهجي، ۽ جيڪڏهن باقي ڪجهه نه بچي ته آمدني گهٽ سمجهجي.

## سنبت ٢٠٠٣ ۾ چنڊ گرهڻ

پهريون گرهڻ:— جيٺ تاريخ ١٣ شڪر پورڻماسيءَ جو برابر انگريزي تاريخ ١۴ جون ١٩۴٦ ڪڪراس (سڄو گرهيل) ساري ڀارت ورش ۾ ڏسڻ ۾ ايندو. سپرش (لڳڻ) جو وقت رات جو ٢١ منٽ ١٠ ڪلاڪ ۽ موکه، ٧ منٽ ٣ ڪلاڪ جو لهندو. رسولي ڏينهن جو منجهند ١ بجي اندر ڪاٽي ڇڏڻ گهرجي. هي گرهڻ ميک، سنگهه ۽ ڌن راسن لاءِ وڌيڪ خراب آهي. سون، چاندي ۽ ڪڻڪ مندا رهندا.

ٻيون گرهڻ:— ناهريءَ تاريخ ١٣ آرتوار پورڻماسيءَ جو برابر انگريزي تاريخ ٨ ڊسمبر ١٩۴٦ ڪڪراس (سڄو گرهيل) ساري ڀارت ورش ۾ ڏسڻ ۾ ايندو. سپرش (لڳڻ) جو وقت رات جو ٣٣ منٽ ٩ ڪلاڪ ۽ موکه، ٥٧ منٽ ١٢ ڪلاڪ جو لهندو. رسولي ڏينهن جو ساڍي ٻارهين بجي اندر ڪاٽي ڇڏڻ گهرجي. هي گرهڻ مٿن، تل ۽ ڪنڀ راسن لاءِ وڌيڪ خراب آهي. سون، چاندي ۽ ڪڻڪ مندا ٿيندا.

نوٽ:- گرهڻ لڳڻ کان اڳ، اڌ ڪلاڪ ڪپڙا بدلائڻ گهرجن ۽ سپرش جي وقت کان موکه تاءِ جن راسن کي گرهڻ خراب آهي تن کي جهونا وايريل ڪپڙا، تيل، ڪنسو لوهه جي ڪٽوري ۾ وجهي برهمڻن کي دان ڪرڻ سان لاڀدايڪ آهي.

# انسان جي ڊيگهه جو وزن سان لاڳاپو
## (هندستاني حياتي)

| وڏ ۾ وڏ تور | گهڻو ڪري تور | گهٽ ۾ گهٽ تور | ڊيگهه | |
|---|---|---|---|---|
| پائونڊ | پائونڊ | پائونڊ | انچ | فوٽ |
| ۱۵۵ | ۱۲۵ | ۹۵ | ۱ | ۵ |
| ۱۵۸ | ۱۲۸ | ۹۷ | ۲ | ۵ |
| ۱۶۱ | ۱۳۱ | ۱۰۱ | ۳ | ۵ |
| ۱۶۴ | ۱۳۴ | ۱۰۴ | ۴ | ۵ |
| ۱۶۷ | ۱۳۷ | ۱۰۵ | ۵ | ۵ |
| ۱۷۱ | ۱۴۱ | ۱۰۸ | ۶ | ۵ |
| ۱۷۶ | ۱۴۶ | ۱۱۱ | ۷ | ۵ |
| ۱۸۱ | ۱۵۱ | ۱۱۵ | ۸ | ۵ |
| ۱۸۶ | ۱۵۶ | ۱۱۹ | ۹ | ۵ |
| ۱۹۱ | ۱۶۱ | ۱۲۳ | ۱۰ | ۵ |
| ۱۹۷ | ۱۶۷ | ۱۲۶ | ۱۱ | ۵ |
| ۲۰۳ | ۱۷۳ | ۱۳۱ | ۰ | ۶ |

## هيٺين وچرندڙ بيمارين جو ڪيتري وقت تائين جوش ۾ اثر رهي ٿو.

| نالو | عرصو | بيماري وڌڻ جا ڏينهن |
|---|---|---|
| ڪالرا | ۱ کان ۶ ڏينهن | |
| چڪن پاڪس | ۱۴ ،، ۲۱ ،، | ۲۴ ڪلاڪ سالدهه |
| ڊينگهي | ۴ ،، ۷ ،، | ۴ کان ۵ ڏينهن تائين |
| ڊفٿيريا (گلي جي بيماري) | ۲ ،، ۱۰ ،، | |
| اريسيپلس | ۳ ،، ۱۰ ،، | |
| انفلوئنزا | ۱ ،، ۳ ،، | |
| ميزلس | ۱۰ ،، ۱۷ ،، | ۴ ڏينهن سالدهه |
| ممپس | ۶ ،، ۳ ،، | |
| پليگ | ۲ ،، ۸ ،، | |
| پرپيرل فيور | ۳ ،، ۱۰ ،، | |
| ننڍي ماتا | ۱۲ ،، ۲۱ ،، | ۳ کان ۴ ڏينهن تائين |
| ٽائيفائڊ (مدي جو تپ) | ۵ ،، ۲۳ ،، | ۷ ،، ۱۴ ،، ،، |
| ووپنگ ڪاف (وڏي کنگهه) | ۷ ،، ۱۴ ،، | |

# سنڌ ۾ ١٩٣٦ سال جا بئنڪ هاليڊيز (موڪلون).

| نمبر | وڏا ڏينهن | تاريخ مهنا | ڪهڙو ڏينهن | ڪيترا ڏينهن |
|---|---|---|---|---|
| ١ | نئين سال جو اول ڏينهن | ١ جنوري | منگل | ١ |
| ٢ | سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي جو ٺهڻ | ٢١ " | سومر | ١ |
| ٣ | عيد مولود | ١٥ فيبروري | شڪر | ١ |
| ٤ | مها شوراتري | ٣ مارچ | ڇنڇر | ١ |
| ٥ | هولي جو پهو ڏينهن (ڌوڙيو) | ١٨ " | سومر | ١ |
| ٦ | جمشيد نوروز | ٢١ " | وسپت | ١ |
| ٧ | چيٽي چنڊ | ٣ اپريل | ٻڌر | ١ |
| ٨ | رام نومي | ١٠ " | " | ١ |
| ٩ | ايسٽر | ١٩ کان ٢٢ اپريل | شڪر کان سومر | ٣ |
| ١٠ | ذڪوسو دسو | ١١ جون | منگل | ١ |
| ١١ | بادشاهه جو جنم ڏينهن | ١٣ جون | وسپت | ١ |
| ١٢ | اڌ سال بئنڪ حساب ختم ڪرڻ | ١ جولاءِ | سومر | ١ |
| ١٣ | ناريل پونم | ١٢ آگسٽ | " | ١ |
| ١٤ | گوڪل اشٽمي (ڪرشن جنم) | ٢٠ " | منگل | ١ |
| ١٥ | عيد الفطر (رمضان عيد) | ٢٦ " | وسپت | ١ |
| ١٦ | گڻيش چترٿي ۽ سموتسري | ٣٠ " | شڪر | ١ |
| ١٧ | پارسين جو نئون سال | ٣ کان ٤ سيپٽمبر | منگل کان ٻڌر | ٢ |
| ١٨ | خورداد سال | ٩ سيپٽمبر | سومر | ١ |
| ١٩ | دسهرو | ٥ آڪٽوبر | ڇنڇر | ١ |
| ٢٠ | ڏياري | ٢٤ کان ٢٧ " | وسپت کان آرتوار | ٤ |
| ٢١ | حج | ٤ نومبر | سومر | ١ |
| ٢٢ | عيد الزوها (ٻاڪري عيد) | ٥ | منگل | ١ |
| ٢٣ | گرو نانڪ جنم ڏينهن | ٩ " | ڇنڇر | ١ |
| ٢٤ | محرم | ٥ ڊسمبر | وسپت | ١ |
| ٢٥ | ناتال | ٢٤ کان ٢٦ " | منگل کان وسپت | ٣ |
| ٢٦ | نئين سال جي شام | ٣١ ڊسمبر | منگل | ١ |

# فلت جوتش

يورپ ۾ جوتش جي فل ٻڌائڻ ۾ اهڙو گهڻو وشواس ڪونه رکيو وڃي، جهڙو ڪ ڀارت ورش ۾. اُتي اهڙا جوتشي اڄ سوڌو به ملي سگهن ٿا، جي جوتش ٻڌائڻ گرهن جو فل ٻڌائين ٿا. اهي جوتشي جنم پتريءَ کان نه ٻڌائين ٿا، پر ٻيا به ڪيترا رستا ڪتب آڻين ٿا. انهيءَ جنم واري مهني کان ئي فل ٻڌائڻ جو رستو تمام رواجي آهي، جنهن لاءِ ڪي يورپي لوڪ گهڻو ويساهه رکن ٿا. ڀارت جا جوتشي جيڪڏهن اهڙا رستا ڪم آڻين ته انهنجو ٻڌايل فل اڃا به جيڪر وڌيڪ سچو ڪري. ان ڀاڱي ۾ جي ڳالهيون معلوم ٿيون آهن، سي پڙهندڙن جي سُڌ لاءِ ظاهر ڪيون وڃن ٿيون.

## راس جي ذريعي چال چلگت معلوم ڪرڻ

**ميکھ.** هن راس ۾ ڄاول آدمي ڪاوڙجي به جلد ته ٺڏو به سگهو ٿئي. ڪمس ڪم ڪرڻ جو گهڻو شوق ٿئي ٿو ۽ حياتيءَ ۾ وڏي درجي کي رسي ٿو. لياقت وارو، سمجهو ۽ ڪم ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. سدائين بي غم، سچار ۽ جنهن ڪم کي ڪٽيندو سواءِ پوري ڪرڻ جي نه ڇڏيندو. ڪڏهن ڪڏهن هي حالتون پڻ ساڻس ٿينديون، جئن ته سڀاءَ جو اُٻهرو، لالچي، ويڙهاڪ ۽ ڦورڻ گهرندڙ من جو، ڪم ڪرڻ جو چاهه پر مغرور. سينگار جو شوقين، استريءَ سان پريت رکندڙ ۽ پورو ڪاڏو کائيندڙ ٿيندو.

**ورکھ.** هن راس ۾ ڄاول حليم، ساٺيڪو، احسان ڪندڙ، انصاف وارو ۽ ايماندار ٿيندو. ساڻس دوست گهڻا ٿيندا، پر دياوان ۽ داني ٿيندو. صبر، اورچائي ۽ ڌيرج منجهس گهڻو رهندو. ڪن خاص حالتن ۾ هي ڳالهيون پڻ ساڻس لڳنديون، جئن ته گهڻي عزت ملنديس ۽ گهڻا پيار ڪندس، ناهموار ٿيندو ۽ ڪڏهن سستي يا ٻڏ ٿينديس. ويجهن مٽن مائٽن سان غلط فهمي رهنديس. ڪنڌي هوندي دکي رهندو، جوانيءَ ۽ پيريءَ ۾ سکي رهندو.

**مٿن.** هن راس ۾ ڄاول سمجهه جو تکو ۽ مٺيءَ زبان وارو ٿيندو. راڳ ۽ عيش عشرت جو شوقين، استريءَ سان گهڻي پريت رهنديس. هنري، ٿوري ڪنڻيءَ تي راضي رهندو، پر ڪڏهن ڪڏهن بيمار گذاريندو. ڪن حالتن ۾ هي ڳڻ به هوندس يعني ڳالهائڻ ۾ چٽو، اکيون سدائين لعل رهنديس، ٻه منهن ڪلمه، پئسن ڪمائڻ جو شوق رهندس. مگر ڪڏهن ڪڏهن ڪوڙو ۽ دغاباز رهندو. ڪرنگهن (ڪنهن کي نه ميچيندڙ) ۽ ڪڪرمي پڻ ٿيندو.

**ڪرڪ.** هن راس ۾ ڄاول آدمي پنهنجي مت تي هلندو، پر ٻاهران هوندي خوش مزاج رهندو. ڪنهن کي به نقصان نه پهچائيندو، چڱا دوست هوندس ۽ گهڻو ڪري سڀني کي پيو وڻندو. ڌرمي ڪمن ۾ چت لڳندس، ڪروڌ کان

آجو هوندو، پر ڪن حالتن ۾ ساڻس هي ڳالهيون نه ٿينديون، يعني شاهوڪار رهندو ۽ همت جو ڇوٽ هوندو، من کي وس ۾ رکندڙ، ٻاڙيءَ ۽ باغات جو ڏاڍو شوق رهندس.

**سنگهه.** هن راس ۾ ڄاول آسائش‌پسند ۽ دالي ٿيندو. وڙهڻ جو بهادر ۽ مغرور رهندو. ڏيتي ليتيءَ ۾ سخي ۽ راڳ جو شوقين ٿيندو. ڪپڙي گنديءَ ۽ ليل قلمل مکڻ جو گهڻو چاهه رهندس. وڏن جي سيوا ۽ ايشور ڀڄن ۾ پيار رهندس. پيٽ ۽ ڏندن جو ڪڏهن ڪڏهن درد رهندس، عزت ۽ آبروءَ سان حياتي گذاريندو. ڪن حالتن ۾ پنهنجي مٽي وارو ٿيندو، قداور ۽ مغرور رهندو، غلامگيريءَ کي سدائين ڌڪاريندو، سير ڪرڻ ۽ رلڻ پنڻ گهڻو وڻندس. سڀاءُ جو چڙالو، ڳالهائڻ جو مٺو ۽ شڪل جو سهڻو ٿيندو.

**ڪنيا.** هن راس ۾ ڄاول دماغي، طاقت وارو ۽ اڪيلو گذاريندڙ ٿيندو. سچار، سمجهو، گڻوان ۽ اعتبار جوڳو ٿيندو. چالاڪ هئڻ سبب دوست گهٽا هوندس. آسائش پسند ۽ استريءَ سان پريت رکندڙ ٿيندو. ڪڏهن ڪڏهن هي حالتون نه هونديون آهن. يعني ڏ رانگ ۽ راڳ جو شوقين، منجهس حسد گهڻو ٿيندو، هنر ۽ سائنس ۾ قابل رهندو. ڪنهن سان گهڻو رلندو ملندو ڪين. ٻئي جي ملڪيت ملنديس.

**تُل.** هن راس ۾ ڄاول خوش مزاج ۽ ڪلمڪه رهندو. وڏن جو ڪوڏيو، ايشور ۽ ڌرمي آدمين ۾ وشواس رهندس. پنهن جي مال جو ٿاڪائو ڪونه ٿيندو، مسافريءَ جو شوقين ۽ ڪڏهن بيمار گذاريندو. دوستن، محفل ۽ راڳ جو شوقين، سڀاءَ جو خاصو ۽ پنهن لئي مهربان رهندو. هوشيار ۽ پئسي وارو ٿيندو. پنهنجن عزيزن کي فائدو رسائيندو، پر ڪنهن ڪنهن مهل مٽ مائٽ ڌڪاريندس. پنهن جي شان ۽ وڏائيءَ کي ڏسي ريس ٿينديس ۽ استرين جي مٽس سنت گهٽي ٿيندي.

**ورشچڪ.** هن راس ۾ ڄاول رُکو ۽ جهيڙالو ٿيندو. پڪو ۽ سخت ڪم ڪندڙ، اڏول ۽ اورچ رهندو. بعضي چيڙاڪ ۽ ويڙ وڻندڙ ٿيندو، نه نه سدائين ڪلمڪه رهندو. ڪروڌ ڪرڻ مهل واتان ڪوڙا اکر ڪڍندو. ڪن حالتن ۾ هي نه ڳالهيون ٿينديون يعني پنهنجا ڏوهه ۽ ڇڪون لڪائڻ پيو چاهيندو. پئسي ڪمائڻ ۾ چالاڪ ۽ استرين جي ڪشش رهنديس.

**ڌن.** هن راس ۾ ڄاول چڱي سڀاءَ وارو، سخي پر لڪڙو ۽ ڪاوڙيل رهندو، سدائين وڏين ڳالهين جا پهه پيو پچائيندو، جيتي نه هوندو ڪيس مان ملندو. ڳالهائڻ جو صفا ۽ جهٽ ٻئي جي ڳالهه پرکي ويندو، لنر رهندو. ڪمس جيڪو پيار ڪندو تنهن سان مهربان ۽ خوش رهندو. ڌرمي وشواس ۾ پورو ۽ پڪو رهندو. راڳ جو شوقين ۽ عيش پسند ٿيندو، ڪڏهن ڪنهنکي ڪونه ڏکوئيندو. بعضي هي

حالتون ۾ ٿينديون جڻ ته ٻين جي ملڪيت ملنديس. هنر وارو ٿيندو، خوش
گذاريندو، استريءَ سان سکيو رهندو ۽ عزت آبروءَ سان حياتي ڪاٽيندو.

**مڪر.** هن راس ۾ ڄاول ٻين جي ڳالهه جهٽ پڪي وٺندو. ڪم جو لڪو،
وڏيءَ دل وارو ٿيندو ۽ جنهن ڪري کيس گهڻو پيار ڪندا. آسودو رهندو.
ڪن حالتن ۾ انهن ٻڙ ٿيندو جو سنديس ناموس نڪرندي، همت ڇڏيندي گهٽي
رهنديس، ڏاڍي ۾ شوق هوندس. ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ خبردار، ڪفائتي، سمجهو،
مگر ڪم ڪرڻ ۾ ڍرو رهندو. گهمڻ جو شوقين، موڳو ۽ ٻي خيال رهندو. خود
مطلبي هئڻ سبب مٽن وٽ مان ڪونه هوندس ڪڏهن بيمار گذاريندو،
استري ۽ ٻارن سان گهٽي دل هونديس، ڏيکاو لاءِ ڌرمي ڪم ڪندو.

**ڪنڀ.** هن راس ۾ ڄاول سڳنڌي تيل جو شوقين ۽ مٽن سان ميلاپ جو
خواهش رهندو. علم ۽ وگيان جو شوق هوندس، ڳالهائڻ ۾ ڪڏهن شوخ
ٿڌي ويندو. سچار رهندو ۽ بعضي دکي ٻڻ گذاريندو. رلٽو ملٽو ۽ دياوان ٿيندو.
پنهنجي واکاڻ جو ڪوڙيو رهندو، سدائين دشمن تي جيت رهنديس.

**ميڻ.** هن راس ۾ ڄاول سهاڻو ٿيندو، ڌرمي ڳالهين ڏي گهڻو لاڙو هوندس.
ڳالهائڻ ۾ قابل، گهڻو ئي بي آرام رهندو. وڏيءَ عمر وارو عيش عشرت پسند
ٿيندو. آدمي کيس گهڻو پيار ڪندا، پر سندس دشمن گهڻا رهندا. استرين
جي مٿانس سنمت رهندي. ڪن حالتن ۾ اوچتو ٻاهر ورلدس جو ڏلي رهندو.
موتي يا مڇيءَ جو واپار ڪندو ۽ دشمن تي فتح پائيندو.

---

# ساڍي ستن ورهي ڪئن راسين تي اثر ٿي ڪري.

**ميکر.** راس واري کي وچ جا اڍائي سال خراب اثر ڏيکارين ٿا ۽ باقي ٥ سال ساڏارڻ ڪشٽ ڏيندا
**ورکر.** " " " شروع جا " " خراب " " " ساڏارڻ "
**مٿن.** " " " آخر جا " " خراب " " " ساڏارڻ "
**ڪرڪ.** " " " شروع جا " " چڱو " " " گهڻو "
**سنگهه.** " " " آخر جا " " تمام چڱو " " " گهڻو "
**ڪنيا.** " " " شروع جا " " خراب " " " ساڏارڻ "
**تل.** " " " آخر جا " " خراب " " " ساڏارڻ "
**ورشچڪ.** " " " شروع جا " " عمدا " " " گهڻو "
**ڌن.** " " " آخر جا " " چڱو " " " گهڻو "
**مڪر.** " " " شروع جا " " ٿورو خراب " " ساڏارڻ "
**ڪنڀ.** " " " سيئي سال ساڍي ستن ورهيءَ جو عمدو اثر ڏيکارين ٿا.
**ميڻ.** راس واري کي آخر جا اڍائي سال خراب اثر ڏيکارينٿا باقي ٥ سال ساڏارڻ ڪشٽ ڏيکاريندا.
**نوٽ.** جڏهن منش کي ڇنڇر ١٢ گهر اچي تڏهن سندس ساڍي ستن ورهي شروع ٿئي ٿي.

## ١٢ مهينن ۾ انساني جنم جو ڦل

**چيٽ** - چڱو نصيب، وديا وان، ڪامي، منو اناج کائڻ، سٺ سنگي ۽ راج دربار مان فائدو وٺندڙ.

**ويساک** - سنا لڇڻ، بهادر، براهمڻ ۽ ديوتائن جو ڀڳت، ڪامي، وڏي عمر ۽ شيل وان لئي.

**جيٺ** - ڪميا شيل، چنچل چت، پرديس ۾ رهڻ ڪندڙ، ننڊ ڀڄي، آلسي ۽ سريشٽ آچرڻ لئي.

**آکاڙ** - گهڻو خرچائو، ٻڪوادي، البت آلسي، گرو ڀڳت، سريشٽ، مند آگني ۽ اڀماني ٿئي.

**ساوڻ** - گهر مان سک، مترن مان لاڀ، آگياڪاري، مشهور، بلغمي ۽ گڻ وان ٿئي.

**بڊو** - لڪشمي وان، سنهو، داني، استريءَ سان پريت رکندڙ، پڙهيل ۽ دک سک ۾ سمان رهي.

**اسو** - ودوان، ڌنوان، راجا جو پيارو، سريشٽ، گهڻا نوڪر رکندڙ، داني، گڻ وان، پتر سنتان گهڻو لئي ۽ گهوڙي جي سواريءَ جو شوقين لئي.

**ڪتي** - ٻڪوادي، ڌنوان، سخت وارن وارو، ڏيتي ليتي ۾ چڱو ۽ ڪامي لئي.

**ناهري** - سريشٽ گڻ، تيرٿ ياترا ۽ مسافري جو شوقين، ڪل ۾ شيل وڌائڻ وارو ۽ ڪاريگر، پٽي جو اپڪار ڪندڙ، سٺو سک ڀوڳڻ وارو ۽ نيتيوان لئي.

**پوهه** - پرائو اپڪار ڪندڙ، پتا جي پيسي کان پري، ڪشٽ سان ڌن ڪٺو ڪري ۽ چرچائي لئي.

**ماگهه** - منترن جي ڄاڻڻ جو شوقين، شاستر واديءَ جو شوقين، شترن کي ناش ڪندڙ، يوگ شاستر جو شوقين، وشال هرديءَ وارو ۽ پاپ ڪرم کان ڊڄندڙ لئي.

**ڦڳڻ** - پرائي اپڪار ۾ ڪشل، ديا وان، ڪومل شرير، ڀوڳي ۽ اڄايا وچن ٻوليندڙ لئي.

---

## اندر لٺ جي رنگن جو ملڪ تي اثر

اندر لٺ سامهون، جو راجا لڙائي لاءِ سنبري ڪري تو نه اُنجي هار لئي ٿي، جا اندر لٺ ڪٽان ڪنڌ (ڀڳل) نه هجي ۽ سڌس پٽي چٽا زمين اندر لڳل هجن ۽ پرڪاش واري، گهاٽي ۽ گهڻن رنگن واري ڏسجي ته برسات گهڻي پوي. ايشان، اگني، نئرتيه ۽ وايو ڪنڊن طرف اندر لٺ ڏسڻ ۾ اچي ته اُن طرفن جي حڪومتن جو خاتمو ٿئي، بادلن کانسواءِ، جي صاف آڪاش ۾ اندر لٺ ڏسڻ ۾ اچي ته وبا جهڙي بيماري پيدا لئي. ڏڪار جي وقت اندر لٺ اُڀرندي طرف ڏسجي ته برسات پوي، اُلهندي طرف ڏسجي ته گهڻي برسات وسي. اُڀرندي طرف رات جو ڏسڻ ۾ اچي ته راجا لاءِ نقصانڪار ٿئي. ڏکڻ اُلهندي ۽ اُتر طرف ڏسڻ ۾ اچي ته سپاهي، اڳوان، مکيه وزير ۽ وڏا ماڻهو مرن. رات وقت اندر لٺ اَڇي ڏسڻ ۾ اچي ته براهمڻن جو، ڳاڙهي ڏسڻ ۾ اچي ته ڪترين جو، پيلي ڏسڻ ۾ اچي ته ويشين جو ۽ ڪاري ڏسڻ ۾ اچي ته شودرن جو موت ٿئي ۽ جنهن ڏس (طرف) ڏسجي ته اُن طرف جا راجا مرن.

---

# ڏساسول

چنڊ ۽ سومر ڏينهن اُپاڌي ٿي، آرتوار ۽ شڪر ڏينهن اُلهندي ٿي، وسپت ڏينهن ۽ ڇنڇر ڏينهن ڏکڻ ٿي، منگل ۽ ٻڌر ڏينهن اُتر ٿي نه وڃڻ گهرجي ۽ جو انهن ڏسين ڏي اُنهن ڏينهن ۾ ڏساسول هوندو آهي. انهيءَ ڪا اسواءِ مسافري ڪرڻ مهل هي نکشتر پڻ چڱا آهن. جهڙوڪ اشواڻي، مرگشيرس، پنروسو، پشيه، هست، انوراڌا، مول، شروڻ، ڌنشٺا ۽ ريوتي. پر ڪن ڪن سببن ڪري مهورت نه هجڻ تي به وڃڻو پوي ته ڪن رشين جو مت آهي ته رات جا باقي ٻه ڪلاڪ هجن ته گهر کان ٻاهر نڪري وڃجي يا ڪو چڱو سوڻ ڏسي نڪري وڃجي ۽ جنهن مهل نه وڃڻ لاءِ من ۾ خوشي ٿئي نڪري وڃجي. اڃا به ڪو ودوان ڌرمشٽ براهمڻ آگيا ڪري ته بلاشڪ وڃجي.

# سڳڻن ۾ ٻارن جو جنم

آشليشا، مگها، جيشٺا ۽ مول انهن ڇهن نکشترن ۾ جيڪڏهن ڪنهن ٻار جو جنم ٿئي ته اهي سڳڻ ليکيا آهن. يعني جڏهن وري اهو ساڳيو نکشتر موٽي اچي جو شمار ٢٨ ڏينهن ايندو، تڏهن شاستر وڌيءَ سان پوڄن ڪري ٽارڻ گهرجي. پوڄن ڪرڻ جو اهوئي مطلب آهي ته جيڪي نکشتر ڳوڙا آهن ۽ ماتا پتا ٻلڪ اُن ٻالڪ لاءِ خراب هوندا آهن، تنهن شانتيءَ لاءِ انهن ڪيل آهي. ٽالو آشليشا ۾ چاول جو آسو، مگها ۾ مگهن، جيشٺا ۾ جنئو، مول ۾ مولو وغيره رکندا آهن. جن مان سڌ پوندي آهي ته پوڄن (سڳڻن) ۾ چاول آهي.

# راسين جا ورڻ

ڪرڪ، ورشچڪ ۽ مين راسيون براهمڻ ورڻ آهن. ميک، سنگهه ۽ ڌن راسيون کيتري ورڻ آهن. ورک، ڪنيا ۽ مکر راسيون وئشيه ورڻ آهن. مٿن، تل ۽ ڪنڀ راسيون شودر ورڻ آهن.

هاڻي جيڪڏهن استري ۽ پرش ٻنهي راسين موجب هڪ ورڻ جا هجن ته ٻال ۾ پريم ۽ سنيهه رهين، جنهنڪري حياتي سک ۽ آنند ۾ گذارين.

ڪنهن به ريت پرش اوچ ورڻ جو هجي ۽ استري گهٽ ورڻ جي. پر جي استري اوچ ورڻ جي هوندي ۽ پرش گهٽ ورڻ جو ته منجهن پورو پريم نه ٿيندو، جواليءَ ۾ ٿي ٻنهين مان هڪ گذاري وڃي يا اولاد نه ٿئي، جنهن ڪري هو ڏکر ۾ گذارين.

# اُماس ڏينهن نکشترن جو ڦل

اُماس ڏينهن پنروسو، پشيه، آشليشا، مگها ۽ پورواڦالگني اهي نکشتر هجن ته اناج جا پورا پنا اگهه هجن. اُتراڦالگني، هست، چترا ۽ سواتي هجن ته مهانگائي ٿئي. وشاکا، اَنوراڌا، جيشٺا، مُول، پوروا شاڙا، اترا شاڙا، شروڻ ۽ ڌنشٺا هجن ته ڏڪار ٿئي. ست ٽارا، پوروا ڀادرپدا، ريوتي، اَشوڻي، اُترا ڀادرپدا، ڀرڻي، ڪرتڪا، روهڻي، مرگشيرس ۽ آردرا هجن ته سُڪار ٿئي.

# پنهنجي راس پاڻيهي ڳولي ڪڍڻ

ٻارهن راسن جا نالا ۽ هر هڪ راس جي سامهون لڳ ٿيل اکر ڏجن ٿا، انهيءَ ڪري هر ڪنهن کي خبر پوي ته سندس راس ڪهڙي آهي. ميک راس جي سامهون چُو، چي، چو، لا، لي، لُو، لي، لو ۽ اَ. اهڙا نو اکر جي ڏنا ويا آهن، تنهن جو مطلب آهي ته انهن اکرن منجهان ڪو به اکر جيڪڏهن ڪنهن ڄالي جي اڳيان هجي ته اهو پنهنجي راس ميک سمجهي. بس! ان ريت راسيون ڳولي سگهجن ٿيون.

| | | |
|---|---|---|
| ميک | راس جا اکر | چُو، چي، چو، لا، لي، لُو، لي، لو ۽ اَ |
| ورک | " | ا، اُو، اي، او، وا، وي، وُو، وي ۽ وو |
| مٿن | " | ڪا، ڪي، ڪُو، گهه، ڱ، ڇه، ڪي، ڪو ۽ ها |
| ڪرڪ | " | هي، هُو، هي، هو، ڊا، ڊي، ڊُو، ڊي ۽ ڊو |
| سنگهه | " | ما، مي، مُو، مي، مو، ٽا، ٽي، ٽُو ۽ ٽي |
| ڪنيا | " | ٽو، پا، پي، پُو، ش، ڻ، ٺا، پي ۽ پو |
| تل | " | را، ري، رُو، ري، رو، تا، تي، تُو ۽ تي |
| ورشچڪ | " | تو، نا، ني، نُو، ني، نو، يا، يي ۽ يُو |
| ڌن | " | يي، يو، ڀا، ڀي، ڀُو، ڌا، ڦا، ڍا ۽ ڀي |
| مڪر | " | ڀو، جا، جي، کي، کُو، کي، کو، گا ۽ گي |
| ڪنڀ | " | گُو، گي، گو، سا، سي، سُو، سي، سو ۽ دا |
| مين | " | دي، دُو، ٿه، جهه، ڃ، دي، دو، چا ۽ چي |
| بي قاعدي نالا | " | مولچند نالو ڌن راس ۾ ليکبو آهي، آسمل ۽ آسولاهي ڪرڪ راس ۾ ليکيا ويندا آهن. ٻ ۽ ٻ اکر وارا آدمي ورک راس آهن ۽ ش اکر ڪنڀ راس کي لڳندو. |

## ۵ ڏينهن جو ڦل

جنهن سنڪرات جي مهيني ۾ ۵ آرتوار ٿين ته اُنجو ڦل بيماري پوي. جيڪڏهن ۵ منگل ٿين ته مينهن ڏاڍو خوف وارو ٿئي ۽ جيڪڏهن ۵ ڇنڇر ته مهانگائي ۽ ۵ شڪروار ته چڱو ڦل ٿئي. باقي ۵ سومر، ۵ ٻڌر يا ۵ وسپت سنڪرات جي مهيني ۾ ايندا ته اُنجو ڦل چڱو آهي.

## ڪپهه جي گهڻا وڌيءَ جا خاص سنجوڳ

پهر تارو جنهن ڏينهن ڏسڻ ۾ اچي، تنهن ڏينهن ڪپهه جو جيڪو ڀاءُ هجي تنهن کان ٻيڻو ڀاءُ ٿي وڃي.

ڪتيءَ جي سهائي پنجمين ۽ پوهه جي اماس اهي ٽئي آرتوار، منگل يا ڇنڇر تي ٿين ته ڪپهه جو ڀاءُ ڏيڍو يا ٻيڻو ٿي وڃي. ويساک سهائي ٽيج جو جيڪڏهن روهڻي اڪٺو هجي ۽ برسات جون ڦڙون پئجي وڃن تڏهن ٺاٺ ڪپهه جو ڀاءُ ڏيڍو يا ٻيڻو ٿي ويندو.

ويساک سھائي چنڊ شڪروار ڏينهن ٿئي ۽ اھا چنڊ پورڻ طرح سان ھجي تہ ڪپھ جو ڀاؤ ٻارھن مھنن لڳ ڀڳ اڌ ٿي وڃي.

ويساک اونداهي چوڏس ڇنڇر ڏينهن ٿئي تہ ڪپھ جو ڀاؤ لڳ ڀڳ ٻيڻو ٿي وڃي ۽ ڏن سنڪرانت سومر ڏينهن ٿئي تہ ويساک پورڻماسيءَ کان آکاڙ پورڻماسيءَ تائين ڪپھ جو ڀاؤ ڏيڍ وڌي وڃي.

چنڊ گرھڻ سومر ڏينهن ٿئي تہ ڪپھ ١٠ ٽڪا وڌي، جيڪڏھن ٻڌر ڏينهن ٿئي تہ ٣٠ ٽڪا وڌي، مگر جيڪڏھن شڪر ڏينهن ٿئي تہ ٽن مھنن لاءِ ڪپھ جو ڀاؤ لھڙ رھي ۽ ان کان سواءِ پوءِ جھنڊو ڀاؤ وڌيڪ ھوندو اولڙوٿي گھٽجي ويندو. ميک راس ۾ وسپت اچي تہ ٦٠ – ٧٠ ٽڪا گھڻا وڌي ٿئي. ڇنڇر (شني) پنھرو ھلي تہ ٦٠ - ٧٠ ٽڪن جي گھڻا وڌي ٿئي ۽ يعني ٻھريائين لھڙي پوءِ مندي ٿئي. ڪنڀ راس ۾ ٻڌر وسپت ۽ ٻڌر سومر ساڻ اچي تہ شمار ٥٠ ٽڪا وڌي. ڪنڀ راس ۾ راھو اچي تہ اڍائي مھنا ٻھريائين ۽ پوءِ سڄو سال ١٢٥ – ١٥٠ ٽڪا لھڙي ٿئي.

## چندرما جو ڦل

چندرما جي پھرئين گھر ۾ ھجي تہ ڏن جي پراپتي ڪرائي، ٻئي گھر ۾ تہ من ۾ آنند اپجائي، ٽئين گھر ۾ تہ ڏن وڌارائي، چوٿين گھر ۾ موت ڪرائي، پنجين گھر ۾ ڪمان جي وڏي ڪرائي، ڇھين گھر ۾ خوشي وڌائي، ستين گھر ۾ راجا وٽ عزت وڌائي، اٺين گھر ۾ موت، مونجھ يا چنتا ڪرائي، نائين گھر ۾ ڌرم ۾ پريت وڌائي، ڏھين گھر ۾ من ڪامنا پوري ڪرائي، يارھين گھر ۾ سڀ قسم جو لاڀ ڪرائي ۽ ٻارھين گھر ۾ سڀ قسم جو نقصان رسائي.

**نوٽ:-** ڌيان ۾ ايندو تہ چوٿين اٺين ٻارھين چندرما خراب آھي. انڪاءِ اھڙي وقت ڪو بہ مطلب وارو ڪم نہ ڪجي، جو جو اُن ۾ لاڀ ڪونہ ٿيندو. اٺين چندرما ۾ موت جو ڀؤ آھي. ان مان اھين ڪو نہ سمجھي تہ ماڻھو مري ويندو، ھر گھڙي چنتا ۽ مونجھہ ڏسڻي پوندي. مگر جي سخت بيمار ھوندو تہ مري وڃڻ جو انديشو پڻ آھي.

**سمجھاڻي.** ٽيپڻي ۾ جتي ھرھڪ مھني وارن خانن ۾ تاريخون، نڇمون ۽ لکشتر وغيره ڏنل آھن، اُتي ھڪ خاني ۾ چندرما پڻ ڏنل آھي. اُن ھند اسان وقت پڻ ڄاڻايو آھي تہ چندرما ڪھڙي وقت کان آيو. ڌيان ۾ ايندو تہ چندرما اڍائي ڏينهن رھي ٿو. پوءِ جنھن آدميءَ کي پنھنجو چندرما ڏسڻو ھجي سو ڏسي تہ اڄ چندرما ڪھڙيءَ راس ۾ پيل آھي. جيڪڏھن ڏسي تہ اجوڪي ڏينهن ۾ سندس راس جو ناٿو چندرما آھي. ۽ جيڪڏھن اُن ڏينهن چندرما واري خاني ۾ ٻئي ڪنھن راس جو نالو آھي تہ پنھنجي راس کان اُن راس تائين ليکو ڳڻي. پوءِ جيڪو بہ انگ اچي لنھنجو ڦل سمجھي.

**چندرما ڇو ڏنو ويو آهي؟** ٻيٽي جو ڏيکاريل آهي ته اڄ فلاڻو چندرما آهي. سو هن ڪري جو ڪنهن به پاسي يا ڪهڙي به ڪم ڪيڏانهن ٻاهر وڃڻو هجي ته چندرما پڇي وڃبو آهي، ته هن پڇڻ ڪان ماڻهو چڱي پوي. **ميکه، سنگهه ۽ ڌن** اهي ٽيئي چندرما اڀرندي لي سنمک هوندا آهن. **ورکه، ڪنيا ۽ مکر** اهي ٽيئي ڏکڻ طرف سنمک هوندا آهن. **مٿن، تل ۽ ڪنڀ** اهي ٽيئي اُلهندي سنمک هوندا آهن. **ڪرڪ، ورشچڪ ۽ مين** اهي ٽيئي اُتر ڏي سنمک هوندا آهن. چندرما کي سنمک (سامهون) ڪري ڪيڏانهن به وڃجي ته سڀ سڌ ٿئي. ساڄي ڪري وڃجي ته سکه سالت رهي. جي ڏاٻي ڪري وڃجي ته ڌن جو نقصان ۽ پنيرو ته موت جهڙو ڏپ ٿئيٿو.

## پورڻماسيءَ جي چندرما جو ورهيه تي اثر

**چيٽ.** مهني جي پورڻماسيءَ جي عمدي ڏينهن رات جو بادل پڻ هجن ۽ پورڻماسيءَ جي چندرما اڀرڻ ڪان اُلهڻ تائين سڄو وقت آسمان بادلن بنا صاف هجي ته ورهيه عمدو ٿئي، برسات گهڻي پوي، اناج سستو ٿئي ۽ بيماري نه پوي. جنهن چيٽي پونم جي ڏينهن جو بادل هجن، چندرما بادلن ۾ لڪل هجي، گرهڻ هجي، ڌرتي ڌڏي، ڦر ڦر پوي، ڀيڙ تارو ڏسڻ ۾ اچي، مٽيءَ جو طوفان لڳي، چندرما ۽ سورج بادلن سبب ڍڪيل رهن ته اناج ڪنو ڪجي ته پوءِ ٥ مهنن ۾ ٻيڻو لاڀ ملي.

**ويساکه.** مهني جي پورڻماسي صاف هجي ته عمدي برسات پوي پر بادل ۽ گرهڻ وغيره مٿيون لکڻ بنالدڙ هجن ته پوءِ ڪڪڙا، اُرد ۽ ڪڻڪ ڪنو ڪجي ٤ مهني ٻيڻو لاڀ ملي.

**جيٺ.** مهني جي پورڻماسي صاف هجي ته چڱو مگر جيڪڏهن مٿيون لکڻ موافق هجي، چندرما ۽ سورج بادلن ۾ ڍڪيل هجن، تورا چندا پون ته سيئي اناج ڪنا ڪبا ته پوءِ ٧ مهني لاڀ ٿيندو.

**آکاڙ.** مهني جي پورڻماسيءَ جو گجگهور ٿئي ۽ بادل برسالي چندا هڻن ته اناج وڪڻڻ گهرجي. برسات گهڻي پوي، پر آکاڙ جي پونم نرمل، بادلن بنا هجي ته چڱو نه آهي. جيڪڏهن نرمل هجي ته سيئي اناج ڪنا ڪرڻ گهرجن ٥ مهني لاڀ ٿئي.

**ساوڻ.** مهني جي پورڻماسي نرمل هجي ته گيهه تيل مهانگو ٿئي تنهن ڪري اهي شيون ڪنيون ڪجن ٽئين مهني لاڀ ڏيندو.

**بڊي.** مهني جي پورڻماسيءَ ڏينهن بادل ڇانيل هجن ته برسات گهڻي پوي ته ڪنو ڪمل اناج وڪڻجي نه ته پوءِ اگهه ڪري پوندا ۽ نقصان ٿيندو.

**آسو.** مهني جي پورڻماسي نرمل هجي ته چڱي، مگر بادل هجن ته سيئي اناج ڪنا ڪجن ڇو جو ٻئي مهني لاڀ ڏيندو.

**ڪتي.** مهني جي پورڻماسي نرمل هجي ته چڱي، مگر بادل هجن ته گيهه ڪنو ڪجي ۽ اناج وڪڻڻ گهرجي ٥ مهني لاڀ ٿئي.

**ناهري.** مهني جي پورڻماسي صاف هجي ته چڱو مگر بادل هجن ته اناج ڪنو ڪرڻ گهرجي.

**پوهه.** مهني جي پورڻماسي بادلن واري، سخت هوا، ڌوڙ اُڏامي، ڀيڙ تارو ڪري ته چڱو جنهنڪري ٽامو، ڪمبو رکڻي ٧ مهني لاڀ ٿئي مگر اناج وڪڻبو. برسات پوي يا پوهه جي پونم نرمل هجي ته برسات ٿوري پوي ۽ اناج جو ڀاءُ وڌي.

**مانگهه.** مهني جي پورڻماسي صاف هجي ته چڱو، مگر بادل هجن ته اناج سانڍڻ-
گهرجي ٧ مهني لاءِ ٽڪندو. پورڻماسيءَ جي ڏينهن جو برسات پوي ڳجگوڙ ٿئي ته ايندڙ
آکاڙ مهني ڪوري جو ڪرو رهجي وڃي ۽ اَن مهانگو ٿئي.
**ڦڳڻ.** مهني جي پورڻماسي صاف هجي ته چڱو مگر بادل هجن، برسات پوي، چمڪا
ڪرن، ڳجگوڙ ٿئي ته سڀئي اناج ڪنا ڪجن، ورندڙ آسو مهني ۾ ڀيڻو لاڀ ٿئي.

## سنڪرات جو سال تي اثر

**چيٽ.** مهني ميکه سنڪرات ۾ آرتوار، منگل ۽ ڇنڇر هجي ڪڻڪ ۽ چڻا مهانگا ٿين.
**ويساک.** مهني ورکه ۾ سنڪرات ۾ آرتوار، منگل هجي ته ڪڻڪ ۽ چڻا مهانگا ٿين.
**جيٺ.** مهني مٿن سنڪرات ۾ آرتوار، منگل ۽ ڇنڇر هجي ته پرجا ۾ پاپ وڌي، ديش (شهر) جا ماڻهو پيڙا ڏسن، بيماري وڌي ۽ اناج مهانگو ٿئي.
**آکاڙ.** مهني ڪرڪ سنڪرات ۾ آرتوار، منگل ۽ ڇنڇر هجي ته برسات واجبي پوي، بيماري وڌي، اناج گهٽ پيدا ٿئي ۽ راجائن ۾ لڙائي لڳي.
**ساوڻ.** مهني سنگهه سنڪرات ۾ آرتوار، منگل ۽ ڇنڇر هجن ته برسات وچولي پوي.
**بڊي.** مهني ڪنيا سنڪرات ۾ ڇنڇر هجي ته برسات ٿوري پوي، اناج ٿئي مگر گهڻي هوا لڳڻ ڪري اناج گهٽ پيدا ٿئي.
**آسو.** مهني تل سنڪرات ۾ آرتوار هجي ته براهمڻن ۽ تپسين کي تڪليف رسي.
**ڪتي.** مهني ورشڪ سنڪرات ۾ آرتوار هجي ته اناج گهٽو ٿئي، ڇنڇر هجي ديش ۽ راجا کي نقصان پهچي، راجڌانيءَ ۾ ڦير ڦار، بيماري ۽ تڪليف ٿئي. مگر منگل هجي ته اناج ڪنو ڪرڻ گهرجي.
**ناهري.** مهني ڌن سنڪرات ۾ آرتوار، منگل ۽ ڇنڇر هجن ته سڀني ملڪن ۾ راجائن کي تڪليف ٿئي، ڪپڙا، تيل ۽ گيهه مهانگا ٿين.
**پوهه.** مهني مڪر سنڪرات ۾ ڇنڇر هجي ته ملڪ کي ڏک رهي، اناج سهانگو ٿئي، نيٺي قيمت اناج جي ٿئي، آرتوار هجي ته راجائن ۾ لڙائي لڳي ۽ پرجا کي تڪليف رسي.
**مانگهه.** مهني ڪنڀ سنڪرات ۾ آرتوار هجي ته راجائن ۾ لڙائي ٿئي.
**ڦڳڻ.** مهني مين سنڪرات ۾ آرتوار هجي ته راجائن ۾ يڌ ٿئي، رس ڪس، گيهه کير ۽ تيل مهانگا ٿين، سومر هجي ته پرجا سکي رهي.

## پٽ يا ڌيءَ جي وهانو نسبت

پٽ جي شاديءَ بعد ڇهن مهنن اندر ڌيءَ جي شادي نه ٿيڻ گهرجي. ڪنوار جي گهر ۾ اچڻ بعد پنهنجي ڌيءَ ساهرن گهر موڪلڻ اهو خراب سوڻ آهي، جنهنڪري عمدو نتيجو ڪو نه نڪرندو. تنهنڪري ڪنوار گهر اچي تنهن کان پوءِ ٦ مهنن بعد ڪنيا کي پرڻائڻ يا ساهري گهر موڪلڻ چڱو آهي.

# سڪار ڏڪار لاءِ سمجهاڻي

جيمڪ وڏي ٻوا جي ڏينهن ٻڌر هجي ته ورهيه ڏڪرائل رهي ۽ ڏڪار پوي. جيمڪ وڏي سائر، آلر ۽ ڳام بادل هجن ته ٻئي ۾ برسات پوي. ڦگڻ سڌي آٺر بادل هجن ته ساوڻ سڌي آٺر تي برسات پوي. ماگهه وڏي ٻوا ۽ ٿيءَ جو بادل ڇانيل هجن اسوءَ وڏيءَ جو برسات پوي. ڦگڻ سڌي پانچم ڪاڳوءَ هوا لڳي، اُتر جي هوا هجي ته چؤماسو عمدو ٿئي. هوا جي آگني ڪنڊ جي هجي ته چؤماسو ڪوري جو ڪورو رهجي وڃي ۽ ايشان ۽ ڏکڻ جي هوا هجي ته چؤماسي کي ويجهو آڻي اناج مهانگو ٿئي. وايو ۽ پاسي کان هوا لڳي ته چؤماسي ۾ ۳ مهينا آڪاش ۾ بادل گهرا ڇانيل هجن. چيٽ سڌي پانچم جو بادلن مان گجگوڙ سان برسات وسي ته آکاڙ مهني ۾ برسات ڪانه وسندي. چيٽ سڌيءَ سائر ۾ مشمن والگر حالت ٿئي ته ساوڻ ڪوري جو ڪورو رهي. چيٽ سڌيءَ پورڻماسيءَ ۾ برسالي بادلن ۾ گجگوڙ ٿئي ته چؤماسو بگاڙي ۽ اناج مهانگو ٿئي.

# وڃايل شيءِ جو سوڻ ويچار

جنهن وقت وڃايل شيءِ جو سوال ڪيل هجي اُن ڏينهن جيڪا تت هجي تنهنجو انگ، جيستاءِ لکشتر هجي تنهنجو انگ ۽ ۸ پهرن مان جيترو پهر هلندڙ هجي تنهنجو انگ، سڀني جو جوڙ ڪري تنهنکي ۸ سان ونڊ ڪجي ۽ جيڪڏهن باقي ۱ بچي ته زمين اندر، ۲ ته پاسڻ ۾، ۳ ته پاڻيءَ اندر، ۴ ته مٽي ماڙيءَ تي، ۵-۶ ۽ ۷ بچن ته ڪچري ۾ وڃايل اهڙي طرح شيءِ ملندي. ان طرح سمجهڻ گهرجي.

# مسافري ڪرڻ وقت چندرما جي گهور ڏسڻ جي ريت

ميکه، سنگهه ۽ ڌن راسين جو چندرما اُڀرندي ڏي. ورک، ڪنيا ۽ مکر راسين جو چندرما ڏکڻ ڏي. تل ۽ ڪنڀ راسين جو چندرما اُلهندي ڏي. ڪرڪ، ورشچڪ ۽ مين راسين جو چندرما اُتر ڏي ٿئي ٿو. ٻئي شهر ڏانهن وڃڻ وقت جڏهن چندرما سنمکه هجي ته ڌن ملي، ڏاڄي هٿ هجي ته سکه ملي، پٺيان هجي ته موت ٿئي ۽ ساڄي طرف هجي ته ڌن جو نقصان ٿئي.

# چڱا سوڻ

سازن وغيره جو آواز، نغارن جو آواز سامهون ٻڌجن ته چڱو آهي جيڪڏهن پٺيان ٻڌجن ته خراب آهي. اڇو گل، پاڻيءَ ڀريل هڪ ٻئي مٿان گهڙا، جرڀون مڇيون، مڇين جو ماس، راجا جو نشان، ڪير، ڦل، گانءِ، هاٿي، گهوڙو، براهمڻ، دولهي ڪانسواءِ اگني، آشيرواد وارو خط، سنکه، مٽي، رتن، مالهڻ گلن سان، سائي چپر، سون، چاندي، دوائون، وڌوان پرش، تلوار کڻندڙ، جهنڊو کڻندڙ ماڻهو، سڱي، آسڻ، ڪنواري ڪنيا، اڇو ٻڪو، ٻڪري ۽ پٽ کي هنج ۾ کنيل استري، وڄندڙ شبد، خوشبوءِ دار شيءِ، پسيل مٽي، براهمڻ-مٽيءَ سان گڏيل چيٽو-آرسي-ڏيو-ڌوپ-هرڻ-مور-نور ٻڪڙو-راجا-هندورو-گسرو-جوتشي-وئيد-متر-کپڙا ڌوئي آڻيندڙ ڌوٻي-وئشيا-سهڻي استري-ويد پڙهندڙ براهمڻ ٻيا جنهن کي ڏسي من پرسن ٿئي اها سوڻ عمدا ليکڻ گهرجن.

# چنڊءَ جو نالو رکڻ

رات جو اڀرندڙ ڏينهن جو ٻهاڙيءَ وقت ٻروا، چوٿ، سالم ۽ ڏسهن لاهي لڳن
چوٿ، آلم، چوڏس ۽ نام اُنهن لڳين، منگل ۽ ڇنڇر ڏينهن نالو رکڻ خراب آهي.
ڏسجي ٿو. ٻالڪ ڪهڙي ڏينهن ڄائو آهي ۽ اُن ڏينهن نکشتر ڪهڙو آهي.
هر هڪ نکشتر جا هيٺ چار پد ڏيکاريل آهن. جي ٻالڪ اُنهيءَ نکشتر جي پهرئين
وقت (پد) ڄائو هجي ته پهرئين اکر وارو نالو رکڻ گهرجي. جي ٻئي وقت ڄائو
هجي ته ٻيو نمبر. اهڙيءَ طرح ٽيون چوٿون. سمجهو ته اڄ نکشتر روهڻي آهي ۽
اڄ ٻالڪ ڄائو آهي. پر اڌ کان گهڻو وقت گذري ويو آهي، انهيءَ معنيٰ ته ٽيون
حصو وقت ٻيو هلي يعني اُنهيءَ نکشتر جو ٽيون پد چئبو. تنهن پد ۾ وي اکر لکيل
آهي، انهيءَ ڪري ٻار جو نالو انهيءَ اکر تي ويرڀانداس يا ويرو وغيره رکڻ گهرجي.

١. اشونيءَ - چو، چي، چو، لا
٢. ڀرڻي - لي، لو، لي، لو
٣. ڪرتڪا - آ، اي، او، اي
٤. روهڻي - او، وا، وي، وو
٥. مرگشيرس - وي، وو، ڪ، ڪي
٦. آردرا - ڪو، گهه، ڱ، ڇ
٧. پنرو سو - ڪي، ڪو، هه، هي
٨. پشيه - هو، هي، هه، ڏا
٩. آشليشا - ڏي، ڏو، ڏي، ڏو
١٠. مگها - ما، مي، مو، مي
١١. پوروا ڦالگني - مو، ٽا، ٽي، ٽو
١٢. اُترا ڦالگني - ٽي، ٽو، پا، پي
١٣. هست - پو، ش، ڻ، ٺا
١٤. چترا - پي، پو، را، ري
١٥. سواتي - رو، ري، رو، تا
١٦. وشاکا - تي، تو، تي، تو
١٧. انوراڌا - نا، ني، نو، ني
١٨. جيشٺا - نو، يا، يي، يو
١٩. مول - يي، يو، يا، يي
٢٠. پوروا شاڍا - ڀو، ڌا، ڦا، ڍا
٢١. اُترا شاڍا - ڀي، ڀو، جا، جي
٢٢. ابهجت - جو، جي، جو، کا
٢٣. شروڻ - کي، کو، کي، کو
٢٤. ڌنشٽا - گا، گي، گو، گي
٢٥. شتتارا - گو، سا، سي، سو
٢٦. پوروا ڀادرپدا - سي، سو، دا، دي
٢٧. اُترا ڀادرپدا - ڏو، ٿ، جھ، ڃ
٢٨. ريوتي - دي، دو، چا، چي

# يم گهنٽ

آرتوار ڏينهن مگها، سومر ڏينهن وشاکا، منگل ڏينهن آردرا، ٻڌر ڏينهن مول،
وسپت ڏينهن ڪرتڪا، شڪر ڏينهن روهڻي، ڇنڇر ڏينهن هست نکشتر هجن ته
**يم گهنٽ** چئجي. اُن ۾ ٻالڪ ڄمي ته مشڪل ٿئي، پر جي ٿئي ته ڪشٽ ۾
هاڃي ڪري. انهيءَ شانتيءَ لاءِ ڪنجهي جي ڳالهيءَ ۾ وڏو سوراخ ڪري ٻالڪ
اُن مان لنگهائبو آهي - ڪي ڪسي ڪوٺي اُنمان تيل وهائيندا آهن ته شانتي ٿئي.
يم گهنٽ ۾ ڪو به شڀ ڪرم ڪرڻ نه کپي. چاول ٻار هنر مدد ۽ چالاڪ ٿيندو
آهي ۽ ٻر ٻئسي وارو نه ٿيندو.

# وهانو جي لڳڻ جا مهورت

گهوٽ ۽ ڪنوار جي جنم لگن ۽ ڏينهن لي وهانو نه ڪرڻ گهرجي . وڏي ۾ لمبس ۽ چوڏس ، اماس ۽ پروا انهن ڏينهن لي وهانو ڪرڻ نه گهرجي . روهڻي ، مرگشرس ، مگها ، اُتراڦالڳني ، هست ، سواتي ، انوراڌا ، مول ، اُتراساڍا ، اُتراڀادرپدا ، ريوتي اهي نکشتر وهانو لاءِ عمدا آهن . ورشڪ جي سورج ۽ ڪتي سڌيءَ ايڪادشي ڪاپوءِ پارس ڏائين ورشڪ جي سورج ۽ ناهري ۾ ، مکر جي سورج ۾ پوهه ۽ مانگهه مهنن ۾ ، ڪنڀ جي سورج ۾ ڦڳڻ ۾ ، ميکه جي سورج چيٽ ۽ ويساکه ۾ ، مٿن جي سورج ۾ جيٺ ۽ آکاڙ سڌيءَ ايڪادشيءَ ڏائين وهانو ڪرڻ گهرجن . ڌن جي سورج ۾ ، ڌالارڪ ۾ مين جي سورج ۾ مماراک ۾ . انهيءَ ڪان سواءِ جي وسپت ۽ شڪر جو اُسٽ هجي نه انهن وقتن لي وهانو ڪرڻ بلڪل خراب آهي .

# هفتي جي سٺن ڏينهن ني گرهڻن جو سال ني اثر

**آرتوار.** ڪڪراس گرهڻ سچو گرهجي وڃي نه اُن اَناج ڪنو ڪجي . حڪومتن جي پاڻ ۾ دشمني لڙائي لڳي ڏڪار پوي .

**سومر.** گرهڻ اڌ گرهجي نه گيهه تيل ڪنو ڪجي .

**منگل.** گرهڻ ٿئي نه ڳڙ ، گيهه ، تيل ، اڇا وستو ، چاندي ، ڪڪڙا وغيره مهانگا ٿين .

**ٻڌر.** گرهڻ ٿئي سوپاريون ، ڳاڙها ڪپڙا ، گڏ ڪرڻ سان ٻن مهنن بعد ٻٽو لاڀ ٿئي .

**وسپت.** گرهڻ ٿئي ڳاڙها ڪپڙا ، ڳاڙهيون شيون ، سڳنڌيءِ واريون شيون ، تيل جهڙيون شيون ، مهانگيون ٿين ۽ يڪدم فائدو ٿئي .

**شڪر.** گرهڻ ٿئي نه پرجا سکي رهي ، برسات گهڻي پوي ۽ اناج گهڻو ٿئي .

**ڇنڇر.** گرهڻ ٿئي نه ڳاڙهيون ۽ پيليون شيون گڏ ڪجن نه لاڀ ٿئي .

# ٣ وڏا نه هڻڻ گهرجن

وهانو وقت ٣ وڏا نه هڻڻ گهرجن . سڀني ڪان اول وڏو گهوٽ ، سڀني ڪان پوءِ چاول وڏي ڪنيا ۽ جيٺ مهنو ، اهي ٣ وڏا هڪ وقت نه هڻڻ گهرجن . مگر جيڪڏهن گهوٽ يا ڪنوار انهن ٻن مان هڪ وڏو هجي نه جيٺ ۾ وهانو ٿي سگهي ٿو .

# ٻالڪ ڪهڙو ٿيندو؟

هن ٽيبلي جي قلت جوتش موجب راس جي ذريعي پيدا ٿيندڙ جي چال چلگت بابت جاڻايو اٿئون ، پر تنهن سان گڏ هي به خيال ۾ آڻڻو آهي ته ٻار ڪهڙي ڏينهن ڄائو آهي . يعني جيڪڏهن آرتوار ڏينهن ڄمي نه سشيل ۽ عزت وارو ٿيندو ۽ علم اوٽي هنر جي منجهس ڪمي ڪانه رهندي . سومر ڏينهن ڄمي نه جلد مرڻ جو ڀؤ ٿئي ، مگر شانتيءَ لاءِ ڪجهه هٿان ڏيارجنس . منگل ڏينهن ڄمي نه خراب هلت وارو ٿئي ، پر جي رات جو ڄمي نه چڱيءَ چال وارو ٿئي . ٻڌر ڏينهن ڄمي نه ٻڌيوان ۽ پرهيزگار ٿئي . وسپت ڏينهن ڄمي نه ايشور ڀڳت ٿئي ، مگر ٻارهن ورهين بعد هڪ سال ڏائين ڀؤ رهي . شڪر ڏينهن راتجو ڄمي نه نڪڀخت ۽ ڌنوان ٿئي . ڇنڇر ڏينهن جو ڄمي نه داتا ۽ رات جو ڄمي نه سشيل ٿئي .

# چورايل يا گم ٿيل شين جو ڪوٺو

چورايل يا گم ٿيل شيءِ ڪهڙيءَ ڏس ۾ ويئي ۽ آيا شيءِ لڀندي يا نه لڀندي، جي لڀندي ته ڪيتريءَ مدت اندر، انهن بابت ڄاڻائيندڙ ڪوٺو.

| ڪهڙي نکشتر ۾ ويئي | جواب | ڪهڙي نکشتر ۾ ويئي | جواب | ڪهڙي نکشتر ۾ ويئي | جواب | ڪهڙي نکشتر ۾ ويئي | جواب |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| روهڻي | ويئي آهي اُڀرندي دشا ۾ ملندي جلد | مرگ شيرش | ويئي آهي ڏکڻ دشا ۾ ملندي ٽن ڏينهن ۾ | آردرا | ويئي آهي اولهه دشا ۾ ملندي ۱ مهيني ۾ | پنروسو | ويئي آهي اُتر دشا ۾ ملندي اصل ڪين |
| پشيہ | | آشليشا | | مگها | | پوروا ڦالگني | |
| اُترا ڦالگني | | هست | | چترا | | سواتي | |
| وشاکا | | انوراڌا | | جيشٽا | | مول | |
| پوروا شاڙا | | اُترا شاڙا | | اڀجت | | شروڻ | |
| ڌنشٽا | | شت تارا | | پوروا ڀادر پدا | | اُترا ڀادر پدا | |
| ريوتي | | اشولي | | ڀرڻي | | ڪرتڪا | |

**سمجهاڻي:-** مٿين ڪوٺي مان اِهين سمجهڻ گهرجي ته جنهن ڏينهن شيءِ گم ٿئي يا چورائجي وڃي، تنهن ڏينهن جي جي سڌ هجي ته اُن ڏينهن جو نکشتر ڏسجي. جيڪڏهن اُهيءَ ڏينهن جي سڌ نه هجي يا جنهن ڏينهن سڌ پوي، تنهن ڏينهن جي نکشتر سان لوڙيہ (چڪاس) ڪجي. هر هڪ خاني ۾ ڏسندؤ ته ۷ نکشتر ڏنل آهن، اُنهن جي سامهون ڏسجي ته شيءِ ملڻ جو وقت يا اصل نه ملڻ وغيره، سڀ ڄاڻايل آهي. سو جنهن به نکشتر ۾ اوهانجي شيءِ ويئي هجي ته اُن جي سامهون نهاري اوهين پنهنجو جواب ڏسي سگهو ٿا.

# استرين جي جنم جي ڏينهن جو ڦل

**آرتوار.** ڏينهن جنم ٿئي تہ نڪي سڀاءُ واري، ڪروڌڻ، حشمت رکندڙ، حڪمراني هلائيندڙ ۽ اختياري ڏيکاريندڙ ٿئي.

**سومر.** ڏينهن جنم ٿئي ته سڊول - پاڳواري - گهڻن ۽ جل ڪريڙا (پاڻيءَ ۾ راند) جي شوقين ۽ آنند چت واري ٿئي.

**منگل.** ڏينهن جنم ٿئي ته تيز سڀاءُ واري - ڪرڪهن (ڪيئي جو لورو نه سهيندڙ) نرلڄ - ضد ڪندڙ - ڳاڙهن وسترن جي شوقين ٿئي.

**ٻڌر.** ڏينهن جنم ٿئي ته سادو سڀاءُ واري - مانيڻي - مٺو ٻوليندڙ - ڌرم ڪرم جي ڪوڏي ۽ ڌرماتما ٿئي.

**وسپت.** ڏينهن جنم ٿئي ته پاپ رهت. ڏاوان. سکي. گرو برهمڻ ۽ بلڪل گهوان ٿئي.

**شڪر.** ڏينهن جنم ٿئي ته ڪمڙن ۽ ڳهڻن جي شوقين، ملڪيت واري، پورت، چوپائي مال ڪري سگهي ۽ جهجهي اولاد واري ٿئي.

**ڇنڇر.** ڏينهن جنم ٿئي ته لبچ. ڪروپ. بدلچڻي. بيهودو ڳالهائيندڙ. جهيڙالو. ويرورود رکندڙ. بي اولاد ۽ دنيا ميا کان رهت ٿئي.

# واپار وغيره مان لاڀ ۽ نقصان جو ڪوٺو

ॐ श्रीं कीर्ति भवायै नम:

## اوم شرين ڪيرتي ڀوانيئي نمه

| ١ | ٢ | ٣ | ۴ |
|---|---|---|---|
| ۵ | ٦ | ٧ | ٨ |
| ٩ | ١٠ | ١١ | ١٢ |
| ١٣ | ١۴ | ١۵ | ١٦ |

هن منتر سان سوپاري سڄي کي ٧ دفعا اهو منتر پڙهي ڪوٺي تي اڇلايو پوءِ جنهن جنهن خاني جي انگ تي اها پوي ان موجب جواب ڏسڻ گهرجي.

١. انگ مان، سڀ ڪارج سڌ ٿين، واپار، شادي ۽ مسافريءَ مان فائدو پوي، تمام پر هجي ته ٧ ڏينهن اندر چوڪارو ملي، مگر سنڌ لي اُن ماڻهوءَ کي ڪر ضرور هوندو.

٢. انگ مان، واپار، شادي ۽ ڏيدي مان لاڀ، سڀ ڪم راس ٿين، چنتا گهٽجي، مراد پوري ٿئي، مگر چاليهه لي اُن ماڻهوءَ کي ڪر ضرور هوندو.

٣. انگ مان، گهر ۾ ڪشت، چنتا ۽ بيماري وڌي، مسافريءَ مان نقصان، رتمل ڪارج سڌ نه ٿئي، مگر ٢١ ڏينهن ترسي اهو ڪم ڪرڻ سان شايد سڌ ٿئي، تندرستي تنهنجي خود نيڪ رهندي.

۴. انگ مان، ڌن ۽ استري ملي، واپار مان لاڀ ٿئي، سڀ ڪارج سڌ ٿين، مگر ساڄي پير لي ان ماڻهوءَ کي ٽڙ ضرور هوندو.

۵. انگ مان، بيمار هجي ته مري، چنتا وڌي، رتيل ڪم پر رنڊڪ پوي، پنج ڏينهن خبردار رهجي جيڪڏهن ست ڏينهن اندر ڪنهن سان جهيڙو ٿيو ته مٺيون ڳالهيون برابر نيڪ ڪندئون.

٦. انگ مان، رتيل ڪم راس ٿئي، جيڪي اڳوات وچن تو ڏنا هوندا سي سچا ڪندا، ڪيس ۾ جيت ٿئي، شاديءَ جو يوڳ ٿئي، مگر اهو ماڻهو ساڄي نڪ مان ساهه کڻندو هوندو.

٧. انگ مان، مراد حاصل ٿئي، آئينده لاڀ ٿئي، وڇڙيل جلد ملن، آشا پوري ٿئي مگر اُن ماڻهوءَ کي ڪن لي ٽڙ ضرور هوندو.

٨. انگ مان، چنتا ۽ بيماري وڌي، تهيل ڪم بگڙي، پائيوار دغاباز ٿئي تنهنڪري اُن سان همت نه ڪاٽجو. واپار ڪرڻ ۾ خبردار رهج جو سوڙ سٺا نه آهن تنهن ڪري ڏلڏو يا واپار تنهن ۾ ڦسا نه سمرائج. مگر ضرور اُن ماڻهوءَ کي بدن لي ڦڙري ضرور لڳتي هوندي.

٩. انگ مان، سڀ چڱو ٿيندو، راڄ درٻار مان عزت ملي، مراد پوري ٿئي، واپار ۾ شاديءَ مان لاڀ ٿئي، سڀ ڪم سڌ ٿين، مگر اُن ماڻهوءَ کي اُرڻ لي ضرور ٿڙ هوندو.

١٠. انگ مان، راڄ درٻار مان فائدو، ١٥ ڏينهن اندر من جي مراد پوري ٿئي، شادي ٿئي، ٻاهران خوشخبري اچي، اُن ماڻهوءَ سپني ۾ ضرور ندي ڏٺي هوندي.

١١. انگ مان، واپار مان لاڀ، پرديس مان خوشخبري، استريءَ ۽ مترمان لاڀ، ڪارج سڌ ٿين، رٿيل ڪم راس ٿين، ان ماڻهوءَ کي چاليءَ لي ضرور ٿڙ هوندو.

١٢. انگ مان، بيمار وڏيڪ ڪشٽ ڏسي يا مري وڃي، چنتا وڌي، ڪم ۾ رنڊڪ پوي، ان ماڻهوءَ ضرور ست ڏينهن اندر ناڻگ ڏٺو هوندو.

١٣. انگ مان، چورن کان ڊپ رهي، چنتا وڌي، جيل ملي، پاڻمرادو ويساهه گهاتي ڪري، مسافريءَ مان نقصان ٿئي، واپار نه ڪجي ته نقصان پوندو، سبب جو سوڻ عمدو نه آهي.

١٤. انگ مان، رٿيل ڪم راس ٿئي، آپدا بيماري گهٽجي، مراد پوري ٿئي، عمدا سماچار اچن، سڄڻن جو ميلاپ ٿئي، مگر اُن ماڻهوءَ کي ضرور پيٽ لي ٿڙ هوندو.

١٥. انگ مان، مراد پوري ٿئي، ڌنڌي يا نوڪريءَ مان لاڀ ٿئي، شادي ٿئي، خوشخبري اچي، مگر اُن ماڻهوءَ کي ساڄي هٿ لي ضرور ٿڙ هوندو.

١٦. انگ مان، راڄ درٻار مان لاڀ، پئسي ۾ برڪت ٿئي، بيمار شفاياب ٿئي، شادي ٿئي، مراد پوري ٿئي مگر اُن ماڻهوءَ کي سٿر لي ٿڙ ضرور هوندو.

# پڪشيه ۾ جمڻ جو ساڌارڻ ڦل

مهني ۾ ٢ پکشه ٿيندا آهن هڪ شڪل ۽ ٻيو ڪرشن پکشه. **شڪل** ۾ ڄاول ٻار - وڏي عمر، هميشه شريشٽ، پترن وارو، ڪومل ديهه، آنند ۽ لمرتا رکندڙ ٿيندو.

**ڪرشڻ** ۾ ڄاول ٻار - پرٿاپي، شيل وارو، البت نربل، چنچل، بدزبان، واد وواد جو شوقين، گهڻو ڪري پنهنجي ڪل سان نه پوئس، البت ڪامي ٿئي ٿو.

# ڏينهن موجب انساني جنم جو ڦل

**آرتوار** - تيز وار، جهيڙي ۾ جس پائي، داني، ڪاڙهو، وڏي اُتساهه وارو ٿئي.

**سومر** - زبان دراز، شانت چت، منو ڳالهائيندڙ، گهڻيون ڳالهيون ڄاڻندڙ ۽ دک سک سهندڙ.

**منگل** - اڏي سڀاءَ وارو، لٽ باز، ڦڏني، فائدو وٺندڙ، ڪيتي ڪري نه لاڀ ٿئيس ۽ طاقتور ٿئي.

**ٻڌر** - سنر روپ، مٺي زبان، ڏاڍان، سائنس جو شوقين، واپار ۽ وهنوار ۾ لپڻ، پڙهيل ٿئي.

**وسپت** - وديا جو شوقين، پئسي وارو، گڻا گرهي، ٻئي جي من ۾ آڪرشڻ ڪرڻ وارو، راڄ درٻار اندر خوش رهي ۽ گروهه جي مٿس ديا رهي.

**شڪر** - سندر شرير، ڪڪا وار، پرسن چت، ٻڌي وان ۽ سوڌي رستي هلڻ وارو ٿئي.

**ڇنڇر** - ٻڌاپي کان اڳ اڇا وار، لمو ڳچي، نربل شرير، اکين جي نظر گهٽ ۽ لمر سڀاءَ.

# پرديس ۾ وڃڻ بابت پرشن ۽ جواب

| ۹ | ۵ | ۱۶ | ۴ |
|---|---|---|---|
| ۳ | ۶ | ۱۰ | ۱۵ |
| ۱ | ۸ | ۱۳ | ۱۲ |
| ۱۴ | ۷ | ۱۱ | ۲ |

سنان شيوا ڪري پوڄا ڪري

**اوم شرين ڪيرتي ڀوانيه نمهه**

هن منتر کي ۷ دفعا پڙهي پوءِ هن ڪوٺي جي ڪنهن به انگ تي سوپاري اڇلائجي اُنجو جواب هيٺ پڙهجي.

۱. ڪمائي جهنگ ۾ وينل آهي. ۲. گهٽي چنتا ۾ آهي. ۳. هڪ ڪن ۾ ايندو. ۴. شڀ سماچار ايندو. ۵. جلدي ايندو. ۶. خوب ڪمائي اچي رهيو آهي. ۷. جتي ويو آهي اتي من ۾ ويچار ڪري وينو آهي. ۸. مولمار ڪشٽ ۾ پيو آهي. ۹. ڳالهين جي رستي ڪان اچي رهيو آهي. ۱۰. چنتا ۾ وينو آهي ڏاڍو فڪر اٿس. ۱۱. هڪ ڏينهن يا هڪ رات ۾ ايندو. ۱۲. جلدي ايندو فڪر ڪرڻ نه گهرجي. ۱۳. ڪمائي جلد ايندو. ۱۴. جلدي اچي رهيو آهي چنتا نه رکجي. ۱۵. ترت جلد ايندو. ۱۶. ڏينهن ڇهن ۾ ايندو.

# بيمار لاءِ پرشن ۽ جواب

| ۱ | ۴ |
|---|---|
| ۳ | ۲ |

سنان شيوا ڪري پوڄا ڪري

**اوم شرين ڪيرتي ڀوانيئي نمهه**

هن منتر کي ۷ دفعا جپي هن چئن انگن تي اڇلايو جنهن انگ تي پوي تنهن جو هي جواب اٿو. ۱. موت. ۲. جيئڻ. ۳. بيماري وڌي. ۴. چڱو ڀلو ٿيندو.

# جدا جدا ڏينهن تي چندرما جي درشن جو ڦل

**آرتوار** جي ڏينهن ٻيج جو چنڊ ڏسجي ته پورهئي سوڌو جنس جا اگهه گهٽ رهندا ۽ ڪپهه ۾ گهڻا وڌي پيئي ٿيندي.

**سومر** ڏينهن چنڊ جو درشن ٿئي ته ڪپهه جي بازار وڌي ۽ چاندي ٻه ڏيڍ يا ٻه ٽڪا وڌي. ساڳيءَ طرح اناج جو ڀاؤ پڻ تيز ٿئي.

**منگل** ڏينهن چنڊ ڏسڻ ۾ اچي ته ڪپهه لوڙي چانديءَ ۾ گهڻا وڌي ٿئي.

**ٻڌر** ڏينهن چنڊ جو درشن ٿئي ته ڪپهه لوڙي چانديءَ ۾ گهڻا وڌي ٿي تيز ٿئي ۽ گيهه ڪپهه لوڙي کنڊ مصري وغيره مندا رهن.

**وسپت** ڏينهن چنڊ ڏسجي ته ڪپهه جو ڀاؤ وڌي، چانديءَ ۾ گهڻا وڌي ٿئي ۽ ڪپهه ڪي قدر مهانگو ٿئي.

**شڪر** ڏينهن چنڊ جو درشن ٿئي ته ڪپهه ۾ گهڻا وڌي ٿئي ۽ سون جو ڀاؤ تيز رهي. پشم ۾ ۱۵-۲۰ ٽڪا گهاٽو ٿئي ۽ چانديءَ ۾ ڏيڍ ٻه ٽڪا گهٽي وڌي ٿئي.

**ڇنڇر** ڏينهن چنڊ جو ٿئي ته ڪپهه چاندي لوڙي اناج ۾ ٿوري تيزي ٿئي.

# رمل جي حساب جو ڪوٺو

| ٣ | ١٥ | ١٣ | ١ |
|---|---|---|---|
| ٧ | ١١ | ٩ | ٥ |
| ٦ | ١٠ | ١٢ | ٨ |
| ٢ | ١٤ | ١٦ | ٤ |

ڏاهن ۽ عقلمندن پنهنجي علمي لياقت حاصل ڪري رمل جو حساب تيار ڪيو آهي، جنهنجو ساموهون ڪوٺو ڏجي ٿو. ترڪيب سندس هيءَ آهي:—
پڇندڙ کي گهرجي ته پهريائين هيٺيون منتر ٽي دفعا اُچاري.
„هري رام هري رام، رام رام هري هري، هري ڪرشڻ هري ڪرشڻ، ڪرشڻ ڪرشڻ هري هري." پوءِ هڪ خاني تي هٿ رکي. ان بعد خاني جو انگ ڏسي هيٺ ڏنل انگن موجب جواب ڏسي.

١. ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ جي هٿان ڌن ۽ استري حاصل ٿيندء، روزگار ۾ فائدو ۽ جيڪي به ڪندين سو سڀ پورو ٿيندء.

٢. اڄ ڪُتني گهڙي، ڪنهن جو دل ۾ فڪر پيدا ٿيندء؛ مگر اهو جلد پورو ٿي ويندء.

٣. توکي منگل جو گرهه بلڪل خراب آهي. جڙيو جڪهو ڪم بگڙي ويندء ۽ عزيزن خويشن سان جهڳڙو ٿيندء.

٤. جيڪي ڪم ڪندين تن ۾ تنهنجو ڳجهو دشمن هردم وگهن وجهندو ۽ پورو ٿيڻ نه ڏيندو، مگر هڪڙو وڏ گهو قداور ماڻهو اُن ڪم کي پورو ڪري ڏيندء.

٥. جيڪڏهن تنهنجو سوال ڪنهن مال حاصل ڪرڻ لاءِ آهي ته ڌيرج ۽ صبر ڪر ته ٿورن ڏينهن ۾ ڪم راس ٿي ويندء.

٦. جيڪڏهن بيمار آهين ته جلدي چڱو ڀلو ٿيندين، وڇڙيل جلد گڏبءِ ۽ ڪٿان به فائدو ٿيندء.

٧. روزگار ۾ واڌارو، شاديءَ جي ڪرامت دور ٿيندء ۽ مراد جلد پوري ٿيندء مگر مسافري ڪرڻ چڱو نه اٿيئي.

٨. راج دربار مان فائدو، وقت جي حاڪم کان عزت ۽ وڏائي حاصل ٿيندء، دشمن دفع ٿيندء، بيماري ڇڏي ويندء ۽ مراد پوري ٿيندء.

٩. دلي مراد پوري ٿيندء، راج دربار مان فائدو ۽ ڪنهن ٻئي شخص جو مال ملندء.

١٠. جنهن ڪم جي تون خواهش رکين ٿو سو ٻئي ماڻهوءَ جي هٿان پورو ٿيندء، مگر مسافريءَ تي وڃڻ جي ڪوشش ڪج.

١١. ڌنڌي مان فائدو ٿيندء ۽ ڪم ڪندين اُن ۾ نفعو پائيندين. دان پنج ڪرڻ شروع ڪر.

١٢. توکي ڌنڌي مان فائدو ڪو نه ٿيندو. جتي ويندين اُتي ٽڪاءُ نه ايندء، مگر مسافري ڪرڻي پوندء.

١٣. تنهنجي دل جون مرادون سڀ پوريون ٿينديون ۽ روزگار ۽ ڌنڌي ۾ واڌارو ولوٽي نفعو ٿيندء، بيماريءَ کان صحت حاصل ٿيندء.

١٤. اهو ڪم منگل جي گرهه سبب دير سان پورو ٿيندء، غريب غربي کي دان ڏيڻ ڪري چڱو واڌارو ٿيندء.

١٥. هر ڪنهن ڪم ۾ واڌارو ۽ فائدو حاصل ٿيندءِ، واپار ۾ نفعو ٿيندءِ، نوڪريءَ ۾ اضافو ۽ ڌن جهجهو هٿ ايندءِ.

١٦. گرهه جي ليڪ اثر هيٺ ڪري لنهنجي دل کي بيحد فڪر رهي ٿو ۽ جيڪو ڪم ڪندين سو گهٽي وقت کانپوءِ مس پورو ٿيندو.

# ٻيڙي ۽ منديءَ جاڻڻ جوڳيون ڪيتريون ڳالهيون

**ڪتي** جي سهائي پروا ۽ ڦڳڻ سهائي پروا جي آرتوار، منگل، ٻڌر ۽ ڇنڇر ڏينهن ٿين ته جنسن جا ڀاؤ وڌن، ڪپهه ۽ نيل جو ڀاؤ گهٽو وڌي.

**پوهه** جي پورڻماسيءَ تي پشيهه نکشتر هجي ته اولداهي پکش ۾ پروا کان اماس تائين ڪپهه جو ڀاؤ گهٽو وڌي.

**چيٽ** جي اولداهي پروا کان ويساکه پورڻماسيءَ تائين جن شين جو ڀاؤ ٿمز هجي، سي ٿمز ۽ جنجو ڀاؤ گهٽ هوندو سي منديون رهنديون.

**ڪتي** کان ويساکه تائين جيڪو مهنو شڪروار کان شروع ٿيندو ۽ اُن ڏينهن ٻيج جو چنڊ هوندو ته ڪپهه جو اگهه هڪ مهني تائين وڌيل رهندو.

**آسوءِ** جي اولداهي چوڏس آرتوار هجي ۽ اُن ڏينهن جيڪڏهن ڏياري هجي ته ڪپهه لوڙي چالدي وڪڻي نفعو پائجي.

**ڪرتڪا** نکشتر ۾ جيڪڏهن سورج يا چنڊ گرهڻ ٿئي ته سون، چاندي، لعل، مائڪ ۽ موتي خريد ڪندڙ کي چڱو لاڀ ٿيندو.

# هفتہ اندر ڪرڻ جوڳا ڪم

شاسترن ۾ ڄاڻايل آهي ته فلاڻي ڏينهن هيءُ ڪ هيءُ ڪم ڪجي، جنهن ڪرڻ جو مطلب آهي ته هلمت ڪندڙن جي هن لوڪي پرلوڪ ۾ ورڌي ٿئي.

**آرتوار.** اهو ڪم شروع ڪجي جو گهڻي مدت تائين قائم رهي. جئين ته جڳهه جوڙائڻ، کوهه تلاءِ کوٽائڻ، باغيچا ٺهرائڻ ۽ نئين گهر ۾ پرويش (رهڻ) ڪرڻ.

**سومر.** اهو ڏينهن مسافريءَ لاءِ چڱو آهي.

**منگل.** ڪرڙو ڏينهن آهي، انلاءِ دشمن تي چڙهائي ڪرڻ ۾ فتح حاصل ٿيندي.

**ٻڌر.** رواجي ڏينهن آهي، انلاءِ رواجي ڪم ڪرڻ گهرجن.

**وسپت.** هي اُتاولو ڏينهن آهي، انلاءِ اُتاولا ڪم جهڙوڪ وڪڻڻ، سٽي جو ڪم، زيور ٺهرائڻ، فوٽو ڪيڏائڻ، نئون هنر سکڻ وغيره شروع ڪجن.

**شڪر.** هي ڪومل ڏينهن آهي، انلاءِ ڳائڻ وڄائڻ، نوان ڪپڙا پائڻ، مترن سان ميلاپ ڪرڻ ۽ خوشيءَ جهڙا ڪم ڪرڻ گهرجن.

**ڇنڇر.** ڀيانڪر ڏينهن آهي، انلاءِ ڀيانڪر ڪمن ڪرڻ ۾ سڌي ٿئي ٿي.

# سال جي ٻارهن مهنن جو جنم تي اثر

**جنوري:** جنوريءَ ۾ ڄمندڙ کي عقل گهڻو ٿئي ٿو. هو پنهنجا سڀ ڪم عقلمنديءَ سان سرانجام ڪري ٿو. بحث مباحثہ ڏاهن هنجو خاص لاڙو ٿئي ٿو. هنجو قدم هميشه سڀ کان اڳڀرو رهي ٿو. سندس دل ۾ پريم ۽ چڱو لڳي ٿو. سيا ۽

مجلس ۾ هو خاص ڪري وڏيءَ پدويءَ لاءِ ڪوشش ڪري ٿو ۽ گهڻو ڪري ڏيکاءُ ۽ پراپڪاري ٿئي ٿو.

**فيبروري:** فيبروريءَ ۾ ڄاول ماڻهو گهڻو ڪري جدوريءَ ۾ ڄاولن سان ملن ٿا. ڪم ڪار ۾ هوشيار ۽ واپار ۾ گهڻو ڏوڪر ڪمائيندڙ ٿين ٿا. هنجا ليکڪ اهڙا ٿين ٿا جو پنهنجي محبت وارن لاءِ جلد اثر وجهن ٿا. پريم جي ڳالهه ۾ هو ساڪمائت مورتي ٿين ٿا. سندن پيرن لاءِ هميشه چپڙ ديوتا سوار رهي ٿو، جو وهڻ ڪونه لوڏيندو، اڄ هتي ته سڀاڻ هتي.

**مارچ:** مارچ ۾ ڄاولن ماڻهن جي شڪل روئڻي ٿئي ٿي. هو اداس، مرده دل ۽ سست ڏسبا آهن. هو واڳه ۾ ڪمال ڪن ٿا.

**اپريل:** اپريل ۾ ڄاول ماڻهو طاقت ۾ مضبوط ٿين ٿا ۽ مڪي ڪان ئي جهڳڙالو ٿين ٿا. هو وڏا وڏا مشڪل ڪم ڪن ٿا ۽ پنهنجو ڳجهه زالن کي ڪڏهن به نه ٻڌائين. هنن کي گهرن ۾ گهڻو ڪري پورو ٿاهه ڪونه ملي.

**مئي:** مئي ۾ ڄاول ماڻهو قول جا سچا، واعدي جا پڪا، جنهن سان محبت ڪجن، اُن پنهنجي سر ڏيڻ کان ڪونه گسن. سچا بهادر، شجاعت ۾ بي مثال، دوکي بازيءَ کان نفرت ڪندڙ ۽ نهايت ئي خوش مزاج ٿين ٿا. ماڻهن کي کپي ته مئي ۾ ڄاول ٻار کي ننڍي هوندي شادي نه ڪرائين، نه ته ڏاڍو نقصان ٿيندو.

**جون:** جون ۾ ڄاول ماڻهو عجب ۽ غريب طبيعت وارو ٿئي ٿو. ڪڏهن ڪاوڙيل ته ڪڏهن خوش مزاج، ته ڪڏهن دلير ته ڪڏهن بزدل. اهڙا ماڻهو ڏاڍا قانوني ۽ بکواسي ٿيندا آهن. جون ۾ ڄاول ڪو بهادر ٿئي ٿو ته ڪو بلڪل بي مثال ٿئي ٿو.

**جولاءِ:** جولاءِ ۾ ڄاول ماڻهو فضول خرچ ڪرڻ وارا، مزاج ۾ نڪا، هميشه گهمندڙ ڦرندڙ، سفر ڪرڻ جا شوقين، جوا جا ڪوڏيا ۽ اُنهيءَ ۾ هوشيار ٿيڻ جا حقي ۽ پنهنجي مالڪ جا سچا نوڪر ٿين ٿا. هو ڪم ڪار ڪرڻ کان نٽا ڏين ۽ مالڪ جي مانڊي جو هميشه خيال رکن ٿا.

**آگسٽ:** آگسٽ ۾ ڄاول ماڻهو بهادر، ڪمائيندڙ، پنڊت ۽ مهانمائون ٿين ٿا. هو ٻاهرن کي ڏارين ٿا ۽ خيرات خوب ڪن ٿا، پر هو مغرور ٿين ٿا. ۽ ڪاوڙ جلد اچين ٿي. هو دل جا صاف ۽ منهن تي سچ چوڻ وارا ٿين ٿا. چاپلوسيءَ جا سخت دشمن، جنهن ڪري بي عقل ماڻهو سندن دشمن ٿيو پون. هو ڇل ۽ ڪپت مان اصل ڪونه ڄاڻن، اُنهيءَ ڪري پاڻ ويچارا ڏکو ڪائين.

**سيپٽمبر:** سيپٽمبر ۾ ڄاول ماڻهو نڪا، عيب ڪنديندڙ ۽ تند مزاج ٿين ٿا. جنهن ڪم جو ارادو ڪن اُنکي ختم ڪرڻ کان سواءِ اصلي ڪونه ڇڏين. هو البت گلا خور پڻ ٿين ٿا.

**آڪٽوبر:** آڪٽوبر ۾ ڄاول ماڻهو ڌن دولت خرچڻ ۾ بي پرواهه ۽ جوا ڪرڻ ۾ ٻهريون نمبر ٿين ٿا. هو شادي ڪري گهڻو سک ڪونه ماڻيندا آهن.

**نومبر:** نومبر ۾ ڄاول ماڻهو ننڍيءَ وهيءَ ۾ چڱا هوندا آهن، سي وري جوانيءَ ۾ خراب ٿيو پون ۽ جي ننڍيءَ وهيءَ ۾ خراب هوندا آهن، سي وري جوانيءَ ۾ چڱا ٿيو پون. هو گهڻو ڪري جراح (Bone setters) ٿيندا آهن.

**ڊسمبر:** ڊسمبر ۾ ڄاول ماڻهو مشڪلات ۾ نٽا گهٻرائجن. هو آساهي ۽ سياڻا ٿين ٿا. هن مهني ۾ ڄاولن کي پنهنجي مرضيءَ موافق ڌنڌو ڪرڻ گهرجي.

# نت ۽ وار جي ڦل جو ويچار

سهائي پروا ٻڌر ڏينهن ته چانديءَ شمار ڏيڍ ٽڪو مندي ٿي وڃي ۽ ڳيهه جو پاءُ وڌي. وسپت ڏينهن لڳي ته ٻن ٽن اندر چاندي ٿوري مندي لڳي. شڪروار ڏينهن لڳي ته ڪپهه جي بازار ٻن ٽن ڏينهن اندر ۸ يا ۱۰ ٽڪا وڌي وڃي. ڇنڇر ڏينهن يا سهائي ڏسڻين آرتوار ڏينهن لڳي ته ڪپهه جو ٿوڙي اناج جو پاءُ تيز لڳي. مگر جيڪڏهن سهائي پروا، اڻيهن ۽ پورڻماسي ٻڌر وار ٿين ته ڪپهه ۾ گهٽ ۾ گهٽ ۳۰ کان ۵۰ ٽڪن تائين ۽ وڌ ۾ وڌ ۷۵ کان ۱۰۰ ٽڪن تائين گهٽتا وڌي ٿئي.

# بالڪ کي پهرين اَن کارائڻ جو مهورت

منگل يا ڇنڇر جو ڏينهن هجي ۽ پرٽي، آشليشا، پوروا ڦالگني، پوروا شاڍا، شتڀشا ۽ پوروا ڀادرپدا نکشتر هجن ۽ پروا، ڇٺ، ٽيهڄ، پنڇمين، اٺمين، ڏسڻين ۽ ٻيرس تٿيون هجن ته بالڪ کي اَن کارائجي.

# اسٽريءَ جي ويهر ڪانپوءِ سنان ڪرڻ جو مهورت

اشوني، روهڻي، مرگشيرش، اُترافالگني، هست، اُترا ڀادرپدا، سواتي، انوراڌا ۽ اُترا شاڍا نکشتر هجن، آرتوار، منگل يا وسپت ڏينهن هجن ۽ چوٿ، ڇٺ، اٺمين، ناوم، ٻارس ۽ چوڏس کانسواءِ ٻي ڪا به تٿ هجي ته اسٽري ويهر بعد سنان ڪري شڌ ٿي سگهي ٿي.

# وديا آرنڀ مهورت

مرگشيرش، آردرا، پنروسو، پشيه، آشليشا، پوروافالگني، هست، چترا، سواتي، انوراڌا، مول، پوروا شاڍا، پوروا ڀادرپدا ۽ ريوتي نکشتر هجن، وسپت ۽ شڪر ڏينهن هجن ۽ پروا، چوٿ، اٺمين، ناوم ۽ چوڏس کانسواءِ ٻي ڪا به تٿ هجي ته وديا آرنڀ لاءِ شريشٽ (عمدو) آهي.

# ورگ گولڻ

جن اکرن جا پهريان اکر اَ، آ، اِ، اي، اُ، اوُ، اي، اَئي، او ۽ اوُ آهن تنجو ورگ گرڙ آهي. ڪ، ک، گ، گه ۽ ڱ آهن تنجو ورگ ٻلو آهي. چ، ڇ، ج، جه ۽ ڃ آهن تنجو ورگ شينهن آهي. ٽ، ٺ، ڊ، ڍ ۽ ڻ آهن تنجو ورگ ڪتو آهي. ت، ٿ، د، ڌ ۽ ن آهن تنجو ورگ نانگ آهي. پ، ڦ، ب، ڀ ۽ م آهن تنجو ورگ ڪوئو آهي. ي، ر، ل ۽ و آهن تنجو ورگ هرڻ آهي. ش، س ۽ ه آهن تنجو ورگ گهٽو آهي.

گرڙ ۽ نانگ جو، ٻلي ۽ ڪوئي جو، شينهن ۽ هرڻ جو، ڪتي ۽ گهٽي جو پاڻ ۾ وير رهندو آهي. وهانو وقت جڏهن ڪنوارين ۽ گهوٽن جا نالا بدلائبا آهن، سي خاص هن سبب ڪري جو هنن جو ورگ ويرڏيڪاريندڙ هوندو آهي.

# روزانه پگهار جو حساب

| مهني جو پگهار | ٢٨ مهينو ڏ ڏينهن لاءِ | ٢٩ مهينو ڏ ڏينهن لاءِ | ٣٠ مهينو ڏ ڏينهن لاءِ | ٣١ مهينو ڏ ڏينهن لاءِ |
|---|---|---|---|---|
| چار آنا ٠—٤—٠ | ٠—٠—٢ | ٠—٠—٢ | ٠—٠—٢ | ٠—٠—٢ |
| اٺ " ٠—٨—٠ | ٠—٠—٣ | ٠—٠—٣ | ٠—٠—٣ | ٠—٠—٣ |
| ٻارهن " ٠—١٢—٠ | ٠—٠—٥ | ٠—٠—٥ | ٠—٠—٥ | ٠—٠—٥ |
| هڪ رپيو ١—٠—٠ | ٠—٠—٧ | ٠—٠—٧ | ٠—٠—٦ | ٠—٠—٦ |
| ٻه رپيا ٢—٠—٠ | ٠—١—٢ | ٠—١—٢ | ٠—١—١ | ٠—١—١ |
| ٽي " ٣—٠—٠ | ٠—١—٩ | ٠—١—٨ | ٠—١—٧ | ٠—١—٧ |
| چار " ٤—٠—٠ | ٠—٢—٤ | ٠—٢—٣ | ٠—٢—٢ | ٠—٢—١ |
| پنج " ٥—٠—٠ | ٠—٢—١٠ | ٠—٢—٩ | ٠—٢—٨ | ٠—٢—٧ |
| ڇهه " ٦—٠—٠ | ٠—٣—٥ | ٠—٣—٤ | ٠—٢—٢ | ٠—٣—١ |
| ست " ٧—٠—٠ | ٠—٤—٠ | ٠—٣—١٠ | ٠—٣—٩ | ٠—٣—٧ |
| اٺ " ٨—٠—٠ | ٠—٤—٧ | ٠—٤—٥ | ٠—٤—٣ | ٠—٤—٢ |
| نو " ٩—٠—٠ | ٠—٥—٢ | ٠—٥—٠ | ٠—٤—١٠ | ٠—٤—٨ |
| ڏهه " ١٠—٠—٠ | ٠—٥—٩ | ٠—٥—٦ | ٠—٥—٤ | ٠—٥—٢ |
| پندرهن " ١٥—٠—٠ | ٠—٨—٧ | ٠—٨—٣ | ٠—٨—٠ | ٠—٧—٩ |
| ويهه " ٢٠—٠—٠ | ٠—١١—٥ | ٠—١١—٠ | ٠—١٠—٨ | ٠—١٠—٤ |
| پنجويهه " ٢٥—٠—٠ | ٠—١٤—٣ | ٠—١٣—١٠ | ٠—١٣—٤ | ٠—١٢—١١ |
| ٽيهه " ٣٠—٠—٠ | ١—١—٢ | ١—٠—٧ | ١—٠—٠ | ٠—١٥—٦ |
| چاليهه " ٤٠—٠—٠ | ١—٦—١٠ | ١—٦—١ | ١—٥—٤ | ١—٤—٨ |
| پنجاهه " ٥٠—٠—٠ | ١—١٣—٧ | ١—١١—٧ | ١—١٠—٨ | ١—٩—١٠ |
| سٺ " ٦٠—٠—٠ | ٢—٢—٣ | ٢—١—٢ | ٢—٠—٠ | ١—١٥—٠ |
| ستر " ٧٠—٠—٠ | ٢—٨—٠ | ٢—٦—٧ | ٢—٥—٤ | ٢—٤—٢ |
| اَسي " ٨٠—٠—٠ | ٢—١٣—٩ | ٢—١٢—٢ | ٢—١٠—٨ | ٢—٩—٣ |
| نوي " ٩٠—٠—٠ | ٣—٣—٥ | ٣—١—٨ | ٣—٠—٠ | ٢—١٤—٥ |
| هڪ سؤ " ١٠٠—٠—٠ | ٣—٩—٢ | ٣—٧—٢ | ٣—٥—٤ | ٣—٣—٨ |

# شڪرگذاري

هن سنبت ٢٠٠٣ جي ٽپڻي ۾ مونکي پنڊت سکرامداس ميگهراج شرما ۽ پنڊت ريواشنڪر جوشي ڪراچي واسين ڪيترين ڳالهين ۾ مدد ڪئي آهي. انهيءَ کان سواءِ مسٽر ٽريڪمجي-اين-سچدي فارمسي پرنٽنگ ورڪس جي مالڪ جو جنهن مونکي ٽپڻي جلدي ۽ صاف ڪم ڇپي ڏيڻ ۾ دلوجان سان ساٿ ڏنو آهي- انهن سڀني سڄڻن جو مان بيحد شڪرگذار آهيان. هواچند ليکورام شرما.

---

## نون رتنن جو نون گرهن تي اثر

رتن (هيرن جواهرن) پائڻ جي ريت ڀارت ورش ۾ بلڪل پراڻي آهي. انهن جي پائڻ ڪري گرهن جي پيڙا، دشمنن جي نظر ۽ برن سپنن جو ناس ٿئي ٿو. تنهن کانسواءِ پاپ ۽ ڪم نصيبيءَ کان ڇوٽڪارو ٿئي ٿو. مائڪ، موتي، مونگو، پنو، پکراج، هيرو، نيلم، گوميد ۽ لهسنيا اهي ٩ رتن آهن. ڀاءُ پرڪاش وغيره ويدڪ گرنٿن ۽ شڪرنيتي موجب گرهن تي انهن جو اثر هن ريت آهي:—

مائڪ- هنکي چوني يا لعل به چئبو آهي. انجو رنگ ڳاڙهو ٿئي ٿو، انجي پائڻ ڪري سورج جي پيڙا جي شانتي ٿئي ٿي.

موتي- تمام اڇو ۽ نرمل موتي پائڻ لائق ٿئي ٿو. انجي پائڻ ڪري چندرما جي پيڙا جي شانتي ٿئي ٿي.

مونگو- هنکي پروال ۽ لعڙي به ڪوٺبو آهي، هنجو رنگ ڪندوري ڦل جهڙو ڳاڙهو ٿئي ٿو. گول، چڪنو ۽ چمڪندڙ اصل مونگي پائڻ ڪري منگل جي پيڙا دفع ٿئي ٿي.

پنو- هنکي مرڪت مڻي يا هريت مڻي به چئبو آهي. هنجو رنگ ساوو ٿئي ٿو. هنجي پائڻ ڪري ٻڌ جي پيڙا لهي ٿي.

پکراج- هنکي گورن يا پيت مڻي به سڏجي ٿو. هنجو رنگ پيلو ٿئي ٿو. سون جهڙي جهلڪ وارو پيلو پکراج وسپت جي پيڙا شانت ڪري ٿو.

هيرو- هي چئن قسمن جو ٿئي ٿو. اڇو، ڳاڙهو، پيلو ۽ ڪارو. اڇو هيرو سڀني سڌين جو ڏيندڙ سمجهيو وڃي ٿو. بي داغ صاف هيرو شڪر جي پيڙا ٽاريندو.

نيلم- هنکي نيل مڻي به چوندا آهن. هنجو رنگ نيلو يا آسماني ٿئي ٿو. شد نيلم جي پائڻ ڪري ڇنڇر جي پيڙا لهي وڃي ٿي. اشد نيلم پائڻ ڪري ڦل به اشڀ ملي ٿو.

گوميد- ڪنهن طرح پيلي ۽ ڳاڙهاڻ واري گوميد پائڻ سان راهوءَ جي پيڙا کان ڇٽجي ٿو.

لهسنيا- هنکي ويدوريه مڻي سڏين ٿا. هن ۾ ٻليءَ جي اکين جهڙي چمڪ ۽ ڪجهه لڪير ضرور ٿئي ٿي. هنجي پائڻ سان ڪيتوءَ جي پيڙا شانت ٿئي ٿي.

# سڪي ميوي جو هڪڙوئي مشهور دڪان

ڪاڏي بعد سڪو ميوو کائڻ گويا پاڻکي پاڻيهي تندرست بنائڻو آهي سياري جي موسم ۾ سڪي ميوي کائڻ سان بدن ۾ قدرتي طاقت پيدا ٿئي ٿي ۽ مغز کي بيحد ترواٽ ملي ٿي، تنهن ڪري توهين جو لتا عمدو ميوو اسان وٽان سستو خريد ڪري ڪاڏي پاڻ کي پهلوان ڪريو. اسان وٽان هر ڪنهن قسم جو سڪو ميوو، جهڙوڪ ڪارا پستا (ڏوڏيون)، کاريون، باداميون، اکروٽ، ڪاڄا، ليزا، ڪشمش، انجير، زردالون. دلپسند ۽ واجبي اگهن تي ملي سگهي ٿو.

انهيءَ کان سواءِ ايلاچيون، ڪيسر، ڪستوري، عنبر، گلوچڻ، چندن، ڪافور، اگربتيون وغيره وڪري لاءِ موجود رهن ٿيون ۽ ٻاهر جي آرڊر تي خاص ڌيان ڏجي ٿو.

**واڙي ڌوپ:-** (چندن ۽ لوبان مان تيار ڪيل) اسان وٽان ۽ ٻين دڪاندارن وٽان به ملي سگهندو. هڪ دفعو آزمائي خوشبوءِ سان مغز تر ڪريو.

**ڪول لائيٽر:-** اڌ ڪتي وجهڻ سان ڪوئلا ۽ سنڌ جلد ٻري ٿا، ڦوڪڻ يا ٻارڻ لاءِ لڪڙي ۽ ڪاسليٽ جي خرچ کان ڇٽي پئجي ٿو.

## نج گيهه

علاوه کان سواءِ نج گيهه ڪمتري اندازَ ۾ ملي سگهي ٿو. هڪ دفعو جنهن اسان جي دڪان جو گيهه کاڌو سو وري اميد ته ٻئي دڪان تي ڪونه ويندو. وڌيڪ آزمائش سان تعلق رکندڙ آهي.

## نيپڙو

سنڌ ۾ مشهور مهاراج تيجورام روچيرام شرما جو ۴۵ سالن کان تعميل نيپڙو قيمت (۱۰) آنا ڏهه آنا، اسان وٽ وڪري لاءِ موجود آهي.

ملڻ جو هنڌ:- **واتومل جمناداس**

سڪي ميوي جا واپاري، منوڙا چوڪ، ڪراچي.

Printed including Cover by Trikamji N. Suchde at the Pharmacy Printing Pre[ss] [Ca]mpbell Street, K[arachi]
and Published by Maharaj Hotchand Tejooram Sharma, Permanand Lane [...]wn, Karachi N[...]

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڪِرندڙ، جُرندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ڀاڙي، ڪاٺو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَڙَهَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڙَهَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سپني کي چو، چالاءِ ۽ ڪيئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَن پَنَ جو پڙلاءُ“.

ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)